# سنڌ جو پراچين اتهاس

(ڀاڱو ٽيون)

ليکڪ

دوارڪا پرساد روچيرام شرما

# سنڌ جو پراچين اتهاس

## ڀاڱو ٽيون

عيسوي سن کان اڳ ٽن هزارن سالن جو اتهاس



ليکڪ

دوارڪا پرساد روچيرام شرما

# اندر ڇا آهي؟



راءِ بهادر سيٺ موهنداس هينگهراج
حيدرآباد سنڌ.

# باب پهريون

# مهاڀارت کانپوءِ اتهاسڪ مصالح

مهاڀارت جي لڙائيءَ تاءِ هندستان جي اتهاس جو مصالح ٿوري يا گهڻي انداز ۾ سلامت رهيو آهي. اِنهيءَ جو هڪ سبب آهي. مهاڀارت جي لڙائيءَ تاءِ انيڪ رشي ۽ مني پيدا ٿيا. هندواسي پنهنجن رشين، منين ۽ بزرگن جي ڏاڍي عزت ڪندا هئا. اُنهن جو اتهاس سڄي ڀارت ورش ۾ ڦهليل هو. اِنهيءَ ڪري مهاڀارت کان اڳ واري سمي ۾، اتهاس لکڪ اُنهن جو بيان ڪندا رهيا ۽ عام ماڻهن ۾ به اُنهن جي اتهاسڪ ڪردارن جي عزت قائم رهندي آئي. رامائڻ، مهاڀارت ۽ پراڻن کي، ڪٿائن ڪندڙن ۾ زبان ياد رکيو. ويدڪ پرمپرا کي براهمڻ ياد رکندا آيا. اِهڙيءَ ريت مهاڀارت جي ستمالسڪ لڙائيءَ تاءِ هندستان جي اتهاس جو ٿورو گهڻو پاڳُر صحيح سلامت رهندو آيو.

مهاڀارت جي لڙائيءَ هن ديس جي نه ڪيول راڄنيتڪ، آرٿڪ، سماجڪ بلڪ ساهتڪ ۽ ٻين ڳالهين تي به مولمار اثر وڌو. هن منحوس لڙائيءَ ۾ هند ۽ سنڌ جا نه ڪيول ٻالڪا ٻهادر، بلڪ وڏا وڏا ودوان گياني وگياني، ڪاريگر ۽ پنڊت ختم ٿي ويا. هن لڙائيءَ کان ٿورو پوءِ ٿي آريه هندو ڪال پورو ٿي ويو. سنسڪرت ساهتيه جي شڪل ئي ڦري ويئي. يعني

مشهور راجائن جو بيان. راجائن کوي فقط پنهنجن لاڪن ۾
ڪندا هئا. راجائن جا اتهاس به لکيا ويندا هئا، پر انهن جا
ليکڪ، مهرشي والمڪ ۽ ويدوياس جي درجي کي نه پهچي
سگهيا. نتيجو اهو آهي جو مهاڀارت کان پوءِ واري سمي جا
ليکڪ، اتهاس ۽ گرنٿ سڄي هندستان جو آدر ستڪار حاصل
ڪري ڪين سگهيا. عام ماڻهن ۾ به انهن لاءِ ايترو چاهه پيدا نه
ٿي سگهيو. انهن گرنٿن جون پوئون ڪاپيون قلم بند نه ٿي
سگهيون. ڪن ڪن گرنٿن جي نه هڪ هڪ يا به ٽي ڪاپيون
لکيون ويئون.

هن ڏانهن مهاڀارت جي خونخوار لڙائيءَ جي نتيجي ۾ سڄي
هندستان تي دکن ۽ مصيبتن جو انڌڪار ڇانئجي ويو. جنهن
هندستان کي زبردست سمجهي دليا جون پيون سڌويل قومون
دٻ وچان ان ڏانهن اک کڻي به نه نهار بند يون هيون، جنهن هندستان
جي سرحد ۾ پير پاتڻ موت سان مقابلي مثل سمجهو ويندو هو،
اهيءَ هندستان کي هاڻي ڪمزور ۽ ڪوکو سمجهي، انهي امت
ملڪيت هٿ ڪرڻ لاءِ ڌارين قومن جي وات پاڻي ڀرڻ لڳو.
ڌارين اتهاس ليکڪن جي گرنٿن ڏسڻ کانپوءِ معلوم ٿيندو نه
مهاڀارت جي لڙائيءَ کان ٿورت ٿي پوءِ مصر، گريس ۽ ايران جي
بادشاهن، هندستان تي حملو ڪيو؛ ۽ حملو ڪيو اتر ۽ اولهه جي
طرف کان، جنهن اتر ۽ اولهه ۾ اسانجي سنڌ جي راڄ جو گهڻو
حصو اچي ٿو وڃي.

اهيءَ کانپوءِ هندستان تي مسلماني حڪومت قائم ٿي.
مان پهرئين ڀاڱي جي پوئڪا ۾ ٿي ڏيکاري آيو آهيان نه اهيءَ
حڪومت جي زماني ۾ هندن جي اتهاس ساهتيہ جي ستياناس
ڪئي ويئي. جنهن هند هندن جي اتهاس ۽ ساهتيہ جو خزانو
ڏنو ٿي ويو، اهيءَ هند کي ٿي برباد ڪيو ٿي ويو. اهيءَ ڪري

۽ مهاڀارت جي لڙائيءَ کانپوءِ واري سمي جي اتهاس جا ڳولت الپ ٿي ويا. ماڻهن کان هڪ ڊگهي چٽڪ اتهاس وسري ويو.

پر گهڻا چالو گرنٿن جي ناس ٿيڻ ۽ راجائن جي وڏن وڏن پستڪالين کي نابود ڪندي به اسانجي ديس ۾ پراڻن جي شڪل ۾ اتهاس ٿوري گهڻي ڀاڱي ۾ چالو رهندو آيو. ڪن ماڻهن جي من ۾ پراڻن سنبت گهڻو وهم ويٺل آهي. پر جن ودوانن هندستان جي قديم پراچين اتهاس جي کوجنا ڪئي آهي، انهن جو چوڻ آهي ته پراڻ گهڻو پرماڻڪ گرنٿ نه آهن. ڪيترن ليکڪن پراڻن جي اتهاسڪ سچائيءَ کي نه سمجهي، انهن جي ورڻ کي جيو ڪي وڻي لکيو آهي. پر باريڪ ريت تپاس ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته ڪنهن وقت پراڻن جي اها ساڳي شڪل نه هئي، جا اڄ آهي. انهن ۾ گهڻن راجائن گهراڻن ۽ راڄن جو بيان داخل هوندو. وايو پراڻ جي اڌياءِ ۹۹ ۽ متسيه پراڻ جي اڌياءِ ۵۰ پڙهڻ سان معلوم ٿيندو ته اڳي جن براهمڻ، کتري، ويش ۽ شودر راجائن جا انهن پراڻن ۾ احوال ڏنل هئا، سي هاڻي گم ٿي ويا آهن. هاڻوڪن پراڻن ۾ رگهو، مگڌ، ڪوشل ۽ هستناپور جي راجائي گهراڻن جو ئي بيان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. باقي ٻين راڄن ۽ راجائي گهراڻن جا بيان پراڻن مان هن وقت غائب ڏسڻ ۾ ٿا اچن. ممڪن آهي ته اهيءَ جو ٻيو سبب اهو هجي جو پراڻن جون گهڻيون ڪاپيون قلمبند ٿيل نه هجن، يا راڄنيتڪ اٿل پٿل ۾ انهن پراڻن جا حصن جا حصا حملن جي ڀاهه ۾ سواها ٿي ويا هجن.

سوال آهي ته جن پراڻن کي مان هند ۽ سنڌ جي پراچين اتهاس جو وسيلو ظاهر ڪري چڪو آهيان اهي پراڻ لکيا ڪڏهن؟ ڇاڪاڻ ته جيستائين اهيءَ سوال جو جواب نه مليو آهي تيستائين سنسڪرت جي انهن گرنٿن کي اتهاس جو آڌار ٿو سڏي سگهجي. اهيءَ جو سبب اهو آهي جو ڪي پڇمي اتهاسڪار، پراڻن کي

انهن لاءِ سوين ورهين جو جهونو ٿا سڏين. جڏهن انهن اتهاسڪارن جي ڳالهه کي ڪنهن به جي ته پوءِ عيسوي سن کان هزار ٻن يا ٽن هزارن سالن جي، انهن پراڻن ۾ لکيل اتهاس ڪيئن پورا ٽڪ يا سچو سمجهو وڃي؟

ايڇ. ايڇ ولسن جو چوڻ آهي ته مکيه ارڙهن پراڻن مان وشڻو پراڻ ۾ مسلمانن جو ذڪر آهي، انهيءَ ڪري اهو پراڻ ١٠٤٥ عيسوي سن ۾ ٺهيو هوندو. غلط فهميءَ هيٺ آيل ولسن جي اها ڳالهه، ڪيترا پڇمي پنڊت اڄ ڪلهه پوري قبول ڪندا آيا، جيتوڻيڪ وقت بوقت سنڌن اعتراض ۽ ڳالهين جو ڪنڊن به ڪيو ويو. سر ڊبليو هنٽر به ولسن جي ڳالهه کي ڪٺي ڪنهن بڌو[1] هنڌانهن پراچين مسلمان اتهاس ليکڪ البيروني جنهن محمد غزنويءَ سان گڏجي هندستان جو سير ڪيو، تنهن سن ١٠٣٠ ۾ لکيو آهي ته هن پنهنجي وقت ۾ مثنيه، آدتيه ۽ وايو پراڻ به پنهنجي اکين سان اچي ڏٺا. پوءِ پنڊ رهن پراڻن جو به هن پنهنجي اتهاس ۾ ذڪر ڪيو آهي. هن وشڻو پراڻ ۾ ڏيکاريل ارڙهن پراڻن جي فهرست قريل لمولي سان ڏيکاري آهي[2].

سنسڪرت جي ٻاڻ ڪويءَ سن ٦٢٠ ۾ هرش چرت نالي مشهور ڪاويه لکيو آهي، جنهن ۾ هو پراڻن جو ذڪر ڪيو ڪري. هو لکي ٿو ته مان جنهن وقت سون نديءَ جي ڪناري تي وسمل پنهنجي ڳوٺ ۾ ويس تنهن وقت مون سدر شنيءَ کي ڪن پراڻن جو منو گان ڪندو ڏٺو، جي ممڪن آهي ته وايو ۽ برهمانڊ پراڻ هئا[3]. ڊاڪٽر فيوهرر جو چوڻ آهي ته هو ٻاڻ ڪويءَ جي ڪاوين مان اڳئي ۽ مارڪنڊيہ پراڻ به ثابت ڪري

1. A Brief History of the Indian People 1897 P. 103
2. Sachan's Translation Vol I P. 130-131-264
3. Cowell and Thomas, Trans P.72.

لاءِ تيار آهي [1]. باڻ ڪويءَ جي سمي ۾ بنگال پرانت مان به اسڪند پراڻ جي هستيءَ جي ثابتي ملي آهي [2]. ڊاڪٽر ٻهلر به پنهنجي اتهاس ۾ وايو، وشنو، متسيه ۽ برهمانڊ پراڻ جا حوالا ڏنا آهن جي گپت گهراڻي جي راجائن کان پوءِ جي راجائن جا نالا ڏيئي ڏيکاري سگهن [3].

مٿي ذڪر ڪيل ودوانن کان وڌيڪ مسٽر ايف- اي- پارجيٽر پنهنجي ڪتاب ۾ هن باري ۾ تمام چڱي کوجنا ڪئي آهي [4]. هن ودوان جو وري چوڻ آهي ته ڀوشيه پراڻ ئي سڀني پراڻن کان اڳ ۾ ناهيو ويو، جنهن مان وري متسيه، وايو ۽ برهمانڊ پراڻن ۾ ڪن راجائن جي خاندان جو احوال ڪڍي وڌو ويو. وايو ۽ برهمانڊ پراڻ اصل ۾ هڪ ئي هئا جي پوءِ جدا ٿيا. جيتوڻيڪ هن ودوان جي راءِ موجب متسيه، وايو ۽ برهمانڊ پراڻ هڪ ئي ٿڙ جي شاخ آهن، پر حقيقت ۾ اتهاس جي نظر کان متسيه پراڻ ٻين ٻن پراڻن کان وڌيڪ آهي، جو اتر پوءِ جي راجائن جو به احوال درج ٿيل آهي.

وشنو ۽ ڀاڳوت پراڻ گهٽ ويجهي وقت جا آهن. هن وقت ڀوشيه پراڻ جنهن شڪل ۾ ملي ٿو سو ته اتهاسڪ نقطه نگاه کان بلڪل ڇڙ آهي. مسٽر پارجيٽر جو چوڻ آهي ته ڀوريان پراڻ عيسوي سن ٢٠٠ جي پڇاڙيءَ ۾ ٿيا هوندا. انهيءَ ڪاليوڳ وقت بوقت پراڻن ۾ ڦير گهير ٿيندي رهي. آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ طرفان ڇاپيل ڀارت ورش جي پراچين اتهاس جي ليکڪ مسٽر

---

1. Trans. VI Or. Congress vol. III P. 205.
2. Journal of Royal Asiatic Society 190=3P. 193
3. Indian Antiquity Vol xxv (1896) P. 328
4. Dynasties of the Kali Age (Clarenden Press, 1913)

ونسنٽ اي - سمٿ جو چوڻ آهي ته اهي پراڻ عيسوي سن کان
چار سو ورهيه اڳ جا لکيل آهن[1].

پڇمي ودوانن جو پراڻن نسبت ڪهڙو رايو آهي ۽ ڪيئن
هو به پراڻن کي اٽڪل اڍائي هزارن ورهين جو جهونو ٿا سمجهن،
تنهنجو بيان مٿي ڪيو ويو. هاڻي ڏسڻ گهرجي ته اساڻي
هندستان ۾ انهيءَ سوال جو ڪهڙو جواب ڏنو ويو آهي.

وايو ۽ برهمانڊ پراڻ ۾ لکيل آهي ته مهرشي ويد وياس
مهاڀارت جي رچنا ڪئي ۽ ان هڪ پراڻ سنهتا ٺاهي. اهائي
پراڻ سنهتا ويد وياس جي چيلن، انهن جي به چيلن ڪيترن
ڀاڱن ۾ ورهائي. مهاڀارت جي آدي پرو جي اڌياءِ ٥٩ جي شلوڪ
٣٧ ۾ لکيل آهي ته انکان اڳ به هڪ پراڻ هو، جنهن مان مهاڀارت
۾ راجائي گهراڻي جا شجرا ورتا ويا. ٻن ڳالهين کي چٽي
جيڪڏهن ڪنهن پراڻن جي لکڻ ڏانهن نظر ڪئي ڪجي ته
معلوم ٿيندو ته مهرشي ويد وياس، پاراشر، وايو، پون ۽ انگرس
جا نالا بلڪل براهمڻ ڪال کان ياد ڪيا پيا وڃن.

هتي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته پراڻن جا ٻه مکيه ڀاڱا
آهن. انهن جو هڪ حصو اتهاسڪ ۽ ٻيو سمپردائڪ يعني ڪنهن
نه ڪنهن هندو ڌرم جي شاخ نسبت آهي. مثلاً وشنو پراڻ ۾
جيڪڏهن ڪجهه اتهاس اچي ٿو ته ٻئي ڀاڱي ۾ ويشنو مت جو
به اپديش ۽ پرچار اچي ٿو. ساڳيو حال ٻين پراڻن جو آهي. پر
پراڻن جو سمپردائڪ حصو پراڻي سمي جو نه آهي. اهو بيان
گهٽ ۾ گهٽ اٺين يا نون صدين جو جهونو آهي. انهيءَ کانسواءِ
اها ڳالهه به ياد رکڻ گهرجي ته پراڻن ۾ مهاڀارت کان اڳ جو جيڪو
اتهاسڪ احوال موجود آهي، اهو ايترو ٺيڪ ٺاڪ نه لکيل آهي.

1. The Early History of India P. 24

مهاڀارت کان اڳ واري زماني جو الهاسڪ مصالح جيڪو پراڻن ۾ موجود آهي، ۽ انهن ۾ سنڀال همٿ رکهو ويو آهي، اولرو شايد دليا جي ٻئي ڪنهن به گرنٿ ۾ حفاظت همٿ رکمل نه هولدو. پراڻن ۽ مهاڀارت جي الهاسڪ سچائي، راجائن جي شللا لمکن يعني پڙهن لي اڪريل مضمونن کان گهٽ اعتبار جوڳي نه آهي. رڳو ڏک اهو آهي جو مهاڀارت کان پوءِ واري سمي جو ايترو احوال پراڻن مان نٿو ملي.

مان مڃي ڏيکاري آيو آهيان ته ڪنهن سمي ۾ اسانجي پراڻن ۾ هندستان جو مکمل ۽ سچو الهاس موجود هو (ڏسو متسيہ پراڻ اڌياءُ ٥٠ شلوڪ ٧٤-٧٦) جو هاڻي سنسڪرت گرنٿن جي پاٺ پرشٽ هئڻ سبب ناس ٿي ويو آهي؛ ۽ باقي مگڌ، ڪوشل ۽ هستناپور راڄن جو الهاس وڃي منجهن بچيو آهي. پر جيڪڏهن هن ڏس ڏانهن چڱي چوکي کوجنا ڪئي وڃي ته شايد ڪن هندن تان پراڻن جو غائب ٿيل ٻين ديسن جو الهاس به هٿ اچي سگهي. الهيءَ ڪري مولڪي ڏک سان لکڻو ٿو پوي ته مهاڀارت جي لڙائيءَ ڪالهوءِ واري سمي جي الهاس لاءِ مولڪي پهنجن سنسڪرت گرنٿن يعني پراڻن مان سهائتا ملي نه آهي؛ مگر پراڻن جي ڪن ڀاڱن غائب ٿي وڃڻ سبب الهيءَ عرصي جو سچو الهاس ملڻ محال ٿي پيو آهي. جنهن ڪري مولکي مهاڀارت جي لڙائيءَ کان وٺي، ٻڌ جي سمي تائين مصر، گريس ۽ پرشين الهاس لمکڻن جي لکمل ڪن الهاسڪ حقيقتن جي بنياد تي به سند جي الهاس جي کوجنا ڪرڻي پئي آهي. پر الهيءَ کوجنا کي پانڪن اڳيان پيش ڪندي مان اڳواٽ ئي ٿمن آگاهه ٿو ڪريان ته پراچين پڇمي الهاس لمکڻن جيڪي الهاس لکيا آهن، تن ۾ هدن ٻهڏ پاسخاطريءَ کان ڪم ورتو آهي. هدن الهاس لکڻ جي معنيٰ شايد اهائي سمجهي آهي ته

پڻ ديشن کي ذليل ڏيکاري پنهنجي ملڪ جو شان بلند ڪرڻ ۽ پنهنجن بهادرن جي سڪتي ساراهه ڪرڻ لئي اتهاس آهي. اهوئي سبب آهي جو هن جتي هند ۽ سنڌ تي پنهنجن بادشاهن جي ڪمل حملي جو احوال لکيو آهي، اتي اهڙيون الٽ پلٽ ڳالهيون لکيون آهن، جنکي پڙهندي کل اچو وڃي. تنهن مان هن هنڌ انهن ڳالهين جي اپٽاڙ ڪرڻ واجب نٿو سمجهان. مان انهن ڳالهين تي موقعي سر نڪته چيني ڪندس.

هاڻي ڏسڻ گهرجي ته اهي ڪهڙا پراچين پڇمي اتهاس لکڪ آهن، جن جا لکيل احوال اسانکي پراچين سنڌ جي اتهاس مان ڪي قدر واقف ڪرڻ ۾ واهر ڪندا. انهن لکڪن مان پهريون هيرودوٽس (Herodotus) پوءِ ڊائيوڊورس (Dio-dorus) ٽيون سڪيولس (Siculus) ۽ چوٿون اسٽرابو آهي. اهي اتهاس لکڪ، جنهن وقت مصر، عراق ۽ گريس جي سڀيتا چوٽيءَ تي وسيل هئي، تنهن وقت پيدا ٿيا ۽ انهن پنهنجن اکين سان انهن ملڪن مان ڪي ملڪ گهمي انهن جو احوال قلم بند ڪيو. پلوٽارڪ (Plutarch) جو نالو به پڇمي اتهاسڪارن جي سوچيءَ ۾ اچي ٿو. هن اتهاس لکڪ سڪندر جي سمي جو اتهاس قلم بند ڪيو آهي.

هتي اها ڳالهه ڏيان ۾ رکڻ گهرجي ته جن پڇمي اتهاسڪارن جا ڪي نالا مان مٿي لکي آيو آهيان، انهن ڪو به سنڌ جو اتهاس ڪونه لکيو آهي، پر پنهنجن ديسن جي بادشاهن جي عهد حڪومت جو احوال لکندي، هنن وچ ۾ پڇمي قومن ۽ بادشاهن جڏهن هندستان جي اتر اولهه ۽ سنڌ تي حملا ڪيا، تنهجو هڪ پاسيرو احوال به ڏنو آهي. جيتوڻيڪ اهيءَ احوال مان اسانکي اتهاس جي سچي راز جي خبر ڪانه پئجي سگهندي، پر سچاڻ پالڪ اهيءَ اتهاس مان هنس پکيءَ جيان ملاوٽي کير

مان لڀي کير ۽ پاڻيءَ کي جدا ڪري، انوقت جي سنڌ بابت ٿورو گهڻو گمان اوس هٿ ڪري سگهندا.

ائين نه آهي ته جن پراچين پڇمي اتهاسڪارن جا نالا مٿي ظاهر ڪيا ويا آهن، انهن کان پوءِ پڻ ودوانن ڪا ڇنڊ ڇاڻ ڪانه ڪئي آهي. پرنس، ووڊ، مارشل، انبٽ، آرچڊيڪن، ولمس، جنرل ڪننگهام، ريلا، ڊي اتول وغيره وغيره ڪيترن هاڻوڪن پڇمي اتهاسڪارن، پڇم جي مٿين ذڪر ڪيل ملڪن جي اتهاس تي لکڻ هلائي آهي. انهن ودوانن جا گرنٿ ۽ اسالڪي هن ليک اندر بحث ۾ آيل وشيه تي گهڻي روشني وجهي سگهن ٿا. آڪسفورڊ ۽ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ طرفان ڇپايل هندستان جي اتهاس مان به، جنهن سمي جي سنڌ جو مان هن ليک ۾ بيان ڪري رهيو آهيان، انجو ٿورو گهڻو احوال اوس ملي ٿو. پر ڏک جوڳو اهو آهي جو مٿين پڇمي اتهاسڪارن اڪمون پوري پهچڻ اڳين پڇمي اتهاس ليکڪن جي ڳالهه ڪٽي ڇڏي آهي ۽ اتهاسڪ سچائيءَ جي موتيءَ جي ڳولا ڪرڻ لاءِ هنن پوراڻي ساهتيه جي سمنڊ ۾ ٽٻي هڻڻ جي همت ئي ڪا نه ڪئي آهي. انهيءَ ڪري مونکي معاف ڪيو وڃي جيڪڏهن مان ائين چوان ته خاص ڪري پراچين اتهاس تي لکڻ هلائيندڙ پڇمي اتهاسڪارن جي ڳالهين کي گهڻو وزن نه ڏيڻ گهرجي.

پڇمي ودوانن جي پاسخاطريءَ لاءِ ور ور ڏيئي آڱر کڻڻ لاءِ مون وٽ ڪهڙي ثابتي ۽ سامگري آهي تنهن جو مان هن هند بيان ڪرڻ واجب ٿو سمجهان. جنهن وقت مون اڳتي هلي ڌارين بادشاهن جي سنڌ تي ڪيل ڪاهن جو احوال لکيو تنهن وقت مان پنهنجي هن راءِ جي سچائي ثابت ڪرڻ لاءِ دليل به پيش ڪندس.

سنڌ جي پراچين اتهاس جي هن ٽئين ڀاڱي ۾ مون جنهن

سمي جو احوال ڏنل آهي. البت مٿي ذڪر ڪيل پڇمي اتهاس ليکڪن کان سواءِ ڪن چيني مسافرن جي گرنٿن تي به آڌار وٺڻو پيو آهي. اهي چيني مسافر عيسوي سنه کان ٻه چار صديون وڪي پوءِ هندستان ۾ آيا ۽ انهن پنهنجن اکين سان سڄي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گهمي، جيڪي اکين سان ڏٺو سو پنهنجن گرنٿن ۾ داخل ڪيو. اهي چيني گرنٿڪار يا مسافر هندستان ۾ ڌرمي سکيا پرائڻ ۽ هندستان جي جلوه تي عاشق ٿي انجو ديدار ڪرڻ آيا هئا، انهيءَ ڪري انهن کي پڇمي اتهاسڪارن وانگر هندواسين کي خواهه مخواهه ذليل ثابت ڪرڻ لاءِ ڪوڙ ۽ پاسخاطريءَ سان لکڻ جي ضرورت ڪانه پئي. هنن پنهنجن اکين سان جيڪي ڏٺو، ۽ انهيءَ جو سندن دلين تي جيڪو اثر پيو سو ڪٿي قلمبند ڪيو. انهيءَ ڪري ئي ان چيني مسافرن جي لکيت کي پڇمي اتهاسڪارن جي راءِ کان وڌيڪ وزن ٿو ڏيان.

سڀني کان پهريون چيني مسافر جو هندستان ۾ آيو، انجو نالو فا- هين هو. انهيءَ نالي جي انگريزي صورت خطي مسٽر ليگ جي اتهاس ۾ Fa-Hien ڏنل آهي. پر ٻين پڇمي اتهاسڪارن هنجي نالي جي صورت خطي جدا جدا ڏني آهي. مثلاً ليڊلي ۽ بيل صاحب هنجو نالو Fa-hian گائيلس ۽ واٽرس هنجو نالو ماڳهين Fa- Hsien لکن ٿا. انهيءَ جو سبب اهو آهي جو چيني ٻوليءَ جا اکر ئي اهڙا آهن جنجو اچار پڇمي ماڻهن لاءِ ڪجهه مشڪل ٿيو پوي.

فا- هين هندستان جي اتهاس تي جيڪو گرنٿ لکيو آهي تنهنجو نالو Fo-Kuo-Ki يعني ”ٻڌ ڌرمي بادشاهن جو وکاڻ“، آهي. انهيءَ گرنٿ ۾ سنه ٣٩٩ کان ٤١٤ يعني پندرهن سالن جي

مسافريءَ جو احوال لکيل آهي[1]. هن چيني گرنٿ جو ترجمو اول فرينچ ڀاشا ۾ ٿيو، جنهنجو انگريزي الٿو ووي مسٽر جي- ڊبليو- ليڊلي، ڪيو ۽ سنه ١٨٤٨ ۾ ڪلڪتي مان ڇپجي ظاهر ٿيو. انهيءَ کانپوءِ ٻيل، ڪانيلس ۽ ليگ وغيره ودوانن به هن گرنٿ جا جدا جدا ٿالن همت انگريزي الٿا ڪڍي ظاهر ڪيا.

ٻيو ٻڌ سنڌ چيني مسافر هيون- سانگ آهي. هنجو ٿالو به طرح طرح جي لولي سان لکيو ويو آهي. ڪن هنکي يون- سانگ، ڪن هيون- سين به لکيو آهي. هن سنه ٦٣٩ ۾ هندستان جي مسافري ڪري، انجو احوال هڪ ڪتاب ۾ لکي پنهنجي بادشاه اڳيان پيش ڪيو. انهيءَ ڪتاب جو چيني ڀاشا ۾ Ta-Tang- Hsi-yu-chi (اٿالڪ) هو، جنهنجي معنيٰ آهي ”مها ٿانگ جي سمي جي پڇمي ديهن جو رڪارڊ“. انهيءَ ڪتاب ۾ ٻه سال ٻوءِ به وڌيڪ احوال گڏيو ويو جنهنکري هيءَ الهاسڪ گرنٿ سنه ٦٤٨ ۾ مڪمل ٿي سگهيو. هن چيني مسافر هندستان جي ٻين ڀاڱن والکر سڄي ٻراچين سنڌ جو به سير ڪيو. اپتري قدر جو ميرپور خاص واري ڪاهوءَ جي دڙي ۽ ٽنڊي محمد خان جي سنڌ سڏيون جي دڙي، برهمڻ آباد وغيره وغيره ٻڌ ڌرمي مٿن ۽ مڙهن ۾ ڪافي وقت رهي هو سنڌ جي ٻڌ ڀکين کان ٻڌ ڌرم جي سکيا وٺندو رهيو.

ٽين ٻن چيني مسافرن کان سواءِ سانگ- يون Song-yun، يوڪانگ U-Kong هئي- سانگ Hwei-sang، اٿس- سنگ I-tsing وغيره ٻيا ٻه- ٽين جا مسافر هندستان ۾ آيا. انهن مان ٻهرئين سانگ- يون جي چيني گرنٿ جو فرينچ ڀاشا ۾ سڌوپل ترجمو

---

١. M.Chavannes (Song Uun P.53) ۾ ـــ انهيءَ ڳالهه جي تصديق ٿيل آهي.

ٿيل آهي[1]. هيءُ مسافر ڇهين صديءَ ۾ يعني محمد بن قاسم جي
سنڌ تي ٿيل ڪاهه کان ڪجهه اڳ هندستان ۾ آيو هو.

يو ڪانگ اٺين صديءَ ۾ هندستان گهمڻ آيو. هنجي گرنٿ
جو ترجمو پروفيسر سلوان ليويءَ ۽ چوونس فرينچ ودوان فرينچ
ڀاشا ۾ ڪيو آهي. چوونس سنه ١٨٩٤ اِي. سالڪ يا يوئيس. سالڪ
نالي چيني مسافرن جو گرنٿ به فرينچ ڀاشا ۾ ترجمو ڪيو،
جنهنجو نالو هو:

Les Religieux eminents qui allerent chercher la loidans les pays d'occident.

الهيءَ فرينچ گرنٿ ۾ انهن اٺڪل سٺ چيني مسافرن جو
هندستاني سير ڏنل آهي جن ٻڌ زماني ۾ هتي اچي ملڪ جي
حالتن جو اڀياس ڪيو ۽ هتي ٻڌ ڌرم جي سکيا گرهڻ ڪئي.
اِي. سالڪ يا يوئيس. سالڪ چيني مسافر ٻين چيني مسافرن کان
وڏو ودوان ۽ پرسڌ ماڻهو هو. هو سنسڪرت جو به پارکي پنڊت
هو. هن سوماترا ٻيٽ ۾ رهي ڪيترا سال هندو ڌرم جي سکيا
ورتي ۽ پوءِ ڏهه سال هندستان جي نالندا وشو ودياله ۾ اڀياس
ڪندو رهيو. هيءُ چيني ودوان به ستين صديءَ ۾ آيو هو.
مطلب ته اسانکي عيسوي سنه جي شروعاتي زماني جي اتهاس
لاءِ پراڻن ۽ ٻين اتهاس ڪارن سان گڏ چيني مسافرن جي ورنن
احوال مان به ڪجهه سهائتا ورتي پوندي.

پراچين سنڌ جي اتهاس جو ڪجهه مصالح اسانکي جين ۽
ٻڌ ڌرمي ساهتيه مان به ملي سگهي ٿو. سنڌ ۾ اهڙو ڪو ورلو
ماڻهو هوندو جنهنکي هن راز جي خبر هجي؛ ۽ جنهن صورت ۾
عام يا خاص سنڌ واسين کي اها خبر ئي نه آهي، تنهن صورت ۾

---

1. Voyage de Song-yun dans l' Udyana et le Gandhara (518-22 P.c.)

ڪنهن وڊوان سنڌ جي اتهاس هٿ ڪرڻ لاءِ جين يا ٻڌ ساهتيہ
ڏانهن ڌيان ڏنو هوندو، اهڙو خيال ڪرڻ اجايو آهي.

اها ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ جين ۽ ٻڌ ساهتيہ ۾ وڏو حصو
انهن پنٿن جي ڀڪشن يعني سنياسن جو آهي. اهو جين يا ٻڌ ساهتيہ
جيڪو هن وقت اسان کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو، سو ڪو انهن پنٿن
جي آچارين يعني مهاوير ۽ گوتم ٻڌ جي سمي جو ڪين آهي.
منهنجي راءِ موجب هاڻوڪو جين ۽ ٻڌ ساهتيہ عيسوي سن ڪان
٣٠٠-٤٠٠ ڪالپوءِ جو ٺهيل آهي. هندستان جي اتهاس پڙهڻ سان
معلوم ٿيندو تہ جين ڌرم جي آچاريہ مهاوير ۽ ٻڌ ڌرم جي آچاريہ
گوتم ٻڌ جي پرلوڪ پڌارڻ ڪالپوءِ اتر هندستان ۾ ڪيترا خوفناڪ
ڏڪر پيا، جن ۾ گهڻن پنٿن جا ڀڪشو (سنياسي) مري ويا. ڪي
ڀڪشو ڏکڻ هندستان ڏانهن هليا ويا. انهيءَ ڪري ڪيترو جين ۽
ٻڌ ساهتيہ ناس ٿي ويو. پر پوءِ وڪرمي سنبت چوٿين يا پنجين
سوين ۾ جين مت وارن پنهنجي ڌرمي ساهتيہ کي گڏ ڪيو ۽
جين پنٿ کي مڃيندڙ راجائن جو اتهاس نئين سر لکي قائم ڪيو.
پر اها ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ جين ساهتيہ ۾ ۽ خاص ڪري
اتهاس ۾ گهڻيون چڪون رهجي ويون آهن. جين توڙي ٻڌ
اتهاس يا ساهتيہ ۾ خاص ڪري وقت بنسبت وڏا مت ڀيد آهن.
اهو سڀاويڪ آهي تہ جنهن صورت ۾ ٻتمادي ڀڪشن جا لکيل
گرنٿ ناس ٿي ويا، ۽ انهن گرنٿن جي جڳهہ تي چار پنج صديون
پوءِ ٻيا گرنٿ تيار ڪيا ويا، تنهن صورت ۾ پوين ليکڪن ڪان
سچون تاريخون ۽ سن سنبت وسري ويا هوندا. جين ساهتيہ ۾
تاريخن، مهنن ۽ سنبت نسبت ڀلون انهيءَ ڪري ئي رهجي ويون
آهن جو هنن پنهنجي آچاريہ مهاويرَ کي عيسوي سن ڪان ٤٧٠ سال
اڳ پرلوڪ واس ٿيل سمجهيو. حقيقت ۾ آچاريہ مهاوير عيسوي سن
ڪان اٽڪل هڪ هزار سال اڳ ٿيو آهي.

ساڳيو حال ٻڌ ڌرمي ساهتيه جو آهي. هندستان جي سير ڪندڙ چيني مسافر هئون. سالڪ جو ذڪر مان مٿي ڪري آيو آهيان. هيءُ مسافر ورهين جا ورهيه نالندا جي وشو ودياليه ۾ ٻڌ ۽ سنسڪرت ساهتيه پڙهندو رهيو. هن ڪيترن ٻڌ ڌرمي ودوانن ۽ آچارين سان به روبرو گڏجي گوتم ٻڌ نسبت ڪجهه ڄاڻ هٿ ڪئي. هو چوي ٿو ته سندس وقت ۾ هندستان اندر ڪي ودوانن گوتم ٻڌ کي نو سو، ڪي ٻارهن سو، ڪي تيرهن سو، ته ڪي ماڳهين پندرهن سو اڳ پرلوڪ پڌاريل سمجهندا هئا. هن حساب موجب هئون. سالڪ جي وقت ۾ گوتم ٻڌ کي عيسوي سن کان هڪ هزار سال اڳ، نرواڻ ٻڌ کي حاصل ڪيل سمجهيو ويندو هو.

ٻيو مشهور چيني مسافر فاهيان جو سن ٤٠١ کان وٺي ڪي ورهين جا ورهيه هندستان جو سير ڪندو رهيو، سو وري لکي ٿو ته گوتم ٻڌ جو نرواڻ (پرلوڪ واس) عيسوي سن کان ٻارهن سو سال يا گهٽ ۾ گهٽ ١٠٥٠ سال اڳ ٿيو. هاڻي جڏهن گوتم ٻڌ جي نرواڻ نسبت ٻي ٻڌ ڌرمي ساهتيه ۾ جڏهن ايڏو مانڌاڻ مچيل آهي، تڏهن هندستان جي ٻين اتهاسڪ ڳالهين نسبت انهن جو بيان ڪيتري قدر بنيادي سمجهيو ويندو؟ ڪجهه الهيءَ هوندي به هند ۽ سنڌ جي اتهاس لاءِ اسانکي چين ۽ ٻڌ ساهتيه مان به ٿوري گهڻي مدد ملي سگهي ٿي.

# باب ٻيو

## مهاڀارت ڪاڻپوءِ سنڌ جي حالت

مان ڏيکاري آيو آهيان ته مهاڀارت جي منحوس لڙائيءَ جو هند سان گڏ سنڌ تي به ڪرت اثر پيو. هن خونخوار لڙائيءَ ۾ هند ۽ سنڌ جي ترقيءَ جو سڄو مصالح غائب ٿي ويو. هند ۽ سنڌ نواسي آريه هندو جي الهيءَ لڙائيءَ لاءِ سنسار جي جدوجهد ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ نهايت همت ۽ اتساهه سان اڳتي وڌندا پئي آيا، انهن جي من ورتيءَ ۾ ٿي الٽو ڦيرو اچي ويو. ويدن جي پوڙ رچائڻ ڪان وٺي مهاڀارت جي وچ آيل ڀڳوت گيتا جي شلوڪن لاءِ اوهين سرسري نظر ڦيري ڏسو، اوهانکي انهن جو هڪ هڪ شبد پرورتيءَ جي امنگ ۽ اتساهه سان ڀريل ڏسڻ ۾ ايندو. پر مهاڀارت ڪاڻپوءِ هند ۽ سنڌواسين جي اتساهه ڀريل جيون ۾ هراس ۽ نراشا اچي ويئي؛ جنهنجي اهائي ثابتي ڪافي آهي جو هستناپور جي مهاراجا يڌشٽر جي اشومد يگيه ۾ سنڌ جي راجا کي شامل ڪرڻ لاءِ جڏهن ويو ارجن، يگيه جي گهوڙي ۽ پنهنجي سينا سان سنڌ جي حد ۾ داخل ٿيو، تڏهن هستناپور جي جهنڊي اڳيان سنڌ جي جهنڊي کي بلند رکڻ، يا پنهنجي راجا جيدرٿ جي خون جي بدلي وٺڻ بدران سنڌ جي سينا، ويرارجن اڳيان ڪنڌ جهڪائي ٿي رهي. مهاڀارت

مان ته اِئين به معلوم ٿو ٿئي ته راجا چندرگپت جي پٽ سرت کي جنهن وقت وير ارجن جي اچڻ جي خبر پئي تنهن وقت هو هراس وچان ئي مري ويو. هن مان ثابت ٿو ته مهاڀارت جي لڙائيءَ کانپوءِ سنڌ جو راجهولي خون بنهه لڏو ٿي ويو. ڪٿي ڪو اهو دليل ڏئي ته جنهن وقت ارجن سنڌ تي ڪاهه ڪئي تنهن وقت راجا چندرگپت جي پٽ سرت جي عمر بلڪل ننڍي هئي، ۽ وير ارجن جي سڄي هندستان ۾ دهشت ويٺل هئي، انهيءَ سبب ڪري، هن ۽ سنڌس فوج پانڊون جي سامهون سامهون ٿيڻ واجب نه سمجهيو، بلڪ ويو ارجن جو نالو ٻڌي هو هراس ۾ اچي مري ويو. البت هن دليل ۾ ڪي وزن آهي. پر مهاڀارت ۽ ٻين پراڻن جي اڀياس ڪرڻ سان ڏسڻ ۾ ايندو ته مهاڀارت کانپوءِ ڪيترين صدين اندر سنڌ اندر اهڙو مشهور راجا يا ڪيتري ولش پيدا نه ٿيو جنهن ڀارت ورش ۾ جوهر ڏيکاريو هجي.

راجا سرت کانپوءِ سنڌ جي گاديءَ تي ڪهڙو راجا گاديءَ تي ويٺو، يا سنڌ جي ڪهڙن ڳڻ راڄن تي ننڍا راجائون قابض هئا، انهن جو پتو لڳي نٿو سگهي. مهاڀارت توڙي پراڻ سنڌ جي هن عرصي واري اتهاس تي بلڪل خاموش آهن. هنجي اها معنيٰ ڪا نه آهي ته مهاڀارت کانپوءِ سنڌ مان سڀ راجائون ختم ٿي ويا، يا سنڌ، اتهاسڪ ميدان ۾ ڪو به ڀاڱو نه ورتو. ٻيو مان اڳ ٻي ڏيکاري آيو آهيان ته راجنيتڪ اٿلن پٿلن ۽ ٻين سببن ڪري پراڻن جا ڪيترا حصا غائب ٿي ويا، انهيءَ ڪري ئي اسان کي مهاڀارت کانپوءِ سنڌ جي اتهاس جي اهڙي خبر نٿي پوي.

مان پهرين ڀاڱي ۾ ڏيکاري آيو آهيان ته مهاڀارت جي جنگ کانپوءِ شري ڪرشڻ جو سانب نالي پٽ سنڌ جي اتر واري

علائقي يعني هاڪڙي ملتان تي قابض ٿيو. ڀوشيه پراڻ ۾ لکيل
آهي ته شري سامب ديو ملتان تي پنهنجي نالي پٺيان سامب پوري
نالو رکيو ۽ سورج ڀڳوان جي مندر ۾ سون جي مورتي استاپن
ڪئي. ان کانپوءِ پنجاب ٿوڙي سنڌ تي چندر ونشين جي
حڪومت قائم ٿي. اهي چندر ونشي مهاڀارت جي لڙائيءَ کانپوءِ
مٿرا وغيره علائقي مان اکري درياه جي لهرن وانگر هندستان
جي ٻين حصي ڏانهن وڌندا رهيا. ڪو وقت اهڙو هو جنهن ۾
چندر ونشين جو مکيه مرڪز پراچين سنڌ جي اتر اولهه وارو ڀاڱو
هو. اتي چندر ونشي پاڻين پنهنجيءَ جاتيءَ جي نالي تي پٽندا
نالي شهر اڏيو. وقت جي رفتار سان چندر ونشي کتري اتر
اولهه کان هاڪڙي سنڌ اندر لنگهي آيا. ڪي ٽوليون وري پوءِ
ڏکڻ ڏانهن وڌيون جن جيسلمير راڄ جو بنياد رکيو. جيسلمير جو
پاڻي راڄ هن وقت سنڌ کان الڳ آهي. پر جيسلمير جي اتهاس
ڏسڻ سان معلوم ٿيندو ته ڇهن ستن سون سالن کان جيسلمير
وارو ڀاڱو سنڌ جي حڪومت هيٺ هو، جا ڳالهه مان اڳتي هلي
ظاهر ڪندس.

اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته وچ هندستان ۾ رهندڙ
چندر ونشي کترين فقط سنڌ ۾ اچي پنهنجو راڄ ڪڙو ڪون ڪيو،
بلڪ هو سنڌ جي به حد اورانگهي عراق ۽ ايران طرف به وڌي
ويا، جنهنجون ثابتيون پهلويا ۽ مسوپوٽاميا جي شاهي
کنڊهرن مان جام مليون آهن، ۽ جن جو ذڪر مان پهرئين ڀاڱي
اشاري طور ڪري آيو آهيان.

ڪهڙن چندر ونشي کترين سنڌ جي ڪهڙي ڀاڱي تي راڄ ڪيو،
تنهن نسبت مان حال ڪي به چئي نٿو سگهان. جنهن وقت پراڻن
جا ڪم ٿيل حصا هٿ آيا، ان وقت ممڪن آهي ته انهيءَ اونداهي
ڀاڱي تي روشني پوي. مان ته انهيءَ خيال جو آهيان ته

سنڌ ولڏيءَ جي پراڻي وهڪري ۾ ملتان واري حصي سان گڏ
بهاولپور رياست جي ڪنڌ هيٺان جي سنڌ سرڪار طوفان کوجنا
ڪئي وڃي نه هوند پراچين سنڌ جي اتهاس جو گهڻو مصالح ملي
وڃي. پر اهي سڀ اميدون ۽ شبھ ڀاونائون آهن، جي منهنجي
خياليءَ ۾ پوريون ٿي سگهنديون، تنهن لاءِ مونکي گهڻي اميد
ڪان آهي. هان، جنهن وقت ملڪ ۾ فرقيوار گند ڪان آزاد قومي
سرڪار برپا ٿي، تنهن وقت سنڌ جي پراچين اتهاس جي کوجنا
جو ڪم ٿي سگهي نه کو شڪ نه آهي. ختم

عيسوي سن ڪان اٽڪل هڪ هزار سال اڳ، منهنجي مت
موجب جنهن وقت ٻڌ ڌرم جو باني ڀڳوان گوتم ٻڌ ڪپل وستوءَ
۾، ۽ جين ڌرم جي آچاريه شري مهاوير، هماليه جي ترائي واري
وڏشالي راج ۾ جنم ورتو، تنهن وقت پراچين سنڌ جي اتر واري
ڀاڱي ۾ مالو يا مالوي جاتيءَ جي ڪمترين پنهنجي آزاد حڪومت
قائم ڪئي. انهن ڪان اڳ جيئن مان مٿي لکي آيو آهيان ملتان
کي شري ڪرشڻ جي پٽ سانب ديو جي نالي سانب پوري
سڏ پيدا هئا. ڌر مولي جاتيءَ جي ڪمترين هن شهر تي ما ڳهڻ
پنهنجيءَ جاتيءَ جو نالو وڌو. اهيءَ سمي ڪالهوءَ هن شهر کي
مولستان پور جي نالي سان سڏيو ويو، جو وري ڪن صدين
بعد گسندي گسندي ملتان ٿي پيو، مشهور چيني مسافر هيون،
سانگ جنهن وقت ستين صديءَ جي شروعات ۾ سنڌ جو سير
ڪرڻ آيو، تنهن وقت هن پنهنجي ڪتاب ۾ ملتان يا مولستان
کي ”مولي، سان، پولو“ جي نالي سان لکيو آهي، جنهنجي
معني آهي مولي جاتيءَ جو استان. پر سنه ٩١٤ ۾ جڏهن مسعودي
سنڌ جو سير ڪرڻ آيو تنهن وقت هن شهر کي هاڻوڪي ملتان
نالي سان ٿي سڏيو ٿي ويو.

مولي جاتيءَ جي ڪمترين سنڌ جي هن حصي کي خوب

قلع بند ڪيو. انهيءَ سمي ۾ سنڌ جي انهيءَ ڀاڱي تي اتر سرحد جي ڀرپاسي جي ڏاڪڻ ٽالي جاليءَ جا ڪيترا حملا ٿيندا هئا. هنڌانهن الهندي سرحد کان به بلوچستان رستي سنڌ تي ڪاهون پئي ٿيون، جنهنڪري مولي راجپوتن پنهنجي آزاد حڪومت کي چئنهي طرفن کان مضبوط بڻايو. انهاس مان ڏسجي ٿو ته مولي جاليءَ جا سرويچ ڪيترا ملتان واري حصي ۾ سڪندر اعظم جي ڪاهه واري زماني تاءِ بلڪل زور هئا. مهاڀارت کان وٺي انهن جي بهادريءَ جو ڏاڪو چوطرف وڳل هو. مهاڀارت جي ڪرڻ پرو ۾ مالو ۽ ٻين ڪن سنڌي ويرجاتين جي ويرتا جو ذڪر وسهڻ بيان ڏنل آهي. انهيءَ ۾ هيٺيون شلوڪ پڙهڻ لائق آهي:-

ڪمڪما سروشچاهي، لهتا سرو ساچن
مالوا مدرڪا شچمو، دراوڙا گرڪو مطهه
يوڌ يا شچه للتاپشچه، ڪيڪر ڪاشچا پيم شيڪرا

ٻيو ته چيا عيسوي سنه کان ۳۲٦ ورهيه اڳ ايها ڪٿ جي سڄي اوله واري ڀاڱي کي ٽوڙلي ۾ وجهندڙ، ۽ گريس جي قومي جهنڊي اڳيان ايران وغيره الهندي ۾ رهندڙ قومن جو ڪنڌ جهڪائيندڙ سڪندر اعظم، پنجاب جي راجا پورس (پورس) سان زور آزمائي ڪري مگڌ جي راجا جي فوج جون ڪرڙيون اکيون ڏسي خوف وچان وطن ڏانهن ورڻ جو خيال ڪري سنڌ وڻديءَ رستي سنڌ کان موٽڻ جو خيال ڪيو، تنهن وقت ملتان وٽ ڪيس مٿين سنڌي شيرن سان مقابلو ڪرڻو پيو. انهيءَ لڙائيءَ جو مان اڳتي هلي بيان ڪندس، پر هتي مولڪي ڪيول اها ڳالهه ڏيکارڻي آهي ته اهي سنڌي مولي راجپوت هئا، جنجي شوخ شمشير (تلوار) سان گهايل ٿي، يونان پهچندي شرط

دلها جي معان گريڪ جهيڙو بلند ڪري جا خواب لهندڙ سڪندر
بيءَ دلها ڏاڍهن واهي ٿي ويو.

مالو يا مولي جاتيءَ جي سنڌي کترين جو ذڪر گريڪ
اتهاسڪارن، جن سڪندر جو احوال لکيو آهي گهڻو ڪيو آهي.
انهن جو چوڻ آهي تہ ههڙي لمولي جا سرويچ ۽ بانڪا بهادر
ماڻهو، سڪندر، هندستان ۾، بلڪ ايشيا کنڊ جي بہ ڪنهن
پاڱي ۾ ڪين ڏٺا. هاڻي ڏسڻ گهرجي تہ اساڻي سنسڪرت
ساهتيہ ۾ بہ انهن سورويرن سنڌين جو ڪو ذڪر آهي يا نہ.

مهاڀارت جي سڀاپرو جي اڌياءِ ۶۸ شلوڪ ۷۰ ۾ مالو
سنڌين جو ذڪر اچي ٿو. اهي راجا يڌشٽر جي اڳهان يگيہ جي
موقعي تي ڪي سوکڙيون کڻي آيا هئا. مهاڀارت جي سمي ۾
اهي مالو يا مولي راجپوت پنجاب جي هاڻوڪي فيروزپور ضلع
کان وٺي ڏکڻ ۾ ملتان ۽ بهاولپور تائين پکڙيل هئا. هاڻوڪي پنجاب
۾ يعني براهمڻ سنڌ ۾ رهندڙ مالو کتري اديچ يعني اترندي
وارا مالو هئا ۽ سوراشٽر يعني هاڻوڪي گجرات يا ڪاٺياواڙ ۾
پرليچ يعني پڇمي مالو رهندا هئا. مهاڀارت جي ڀيشم پرو جي
۱۱۷- ۱۱۹- ۳۳ ۽ ۸۵ ۾ ڏيکاريل آهي تہ مهاڀارت جي يڌ ۾ اهي
ٻئي مالو شاخون شامل هيون.

انهن مالو کترين کانسواءِ بي سنڌي کترين جي کيڊرڪ
نالي جاتي بہ هئي، جا سڪندر جي زماني ۾ سنڌ جي اتر اوله
طرف رهندي هئي. مالو ۽ کيڊرڪ سنڌي ويرن گڏجي سڪندر
کي ٿوٿا چباپا هئا. اهي کيڊرڪ اهي سنڌي يوڌا هئا جنکي
گريڪ اتهاسڪارن Oxydrakai جي عجيب ۽ ڪل ڏيا ريندڙ نالي
سان لکيو آهي. مهاڀارت ۾ کترن هند مالو ۽ کيڊرڪ سنڌي
ويرن جو گڏيل بيان اچي ٿو. سنسڪرت جي ويا ڪرڻ آچاريہ
پتنجليءَ بہ کيڊرڪ ۽ مالو جاتيءَ جي سنڌي ويرن کي ڀيٽجي

مهاڀاشي ناني وياڪرڻ ۾ ياد ڪيو آهي. (ڏسو مهاڀاش ۴-٢-
۴٥) وياڪرڻ آچاريه پتنجليءَ جو چوڻ آهي ته اهي ڪمدرڪ
اهڙا ته سورويرهئا، جو انهن هڪ وقت ڌارئي حملي آور بادشاهه
کي اڪيلي سر ماري ڀڄايو. مهاڀاشيه ۾ لکيل آهي ته:-

ايڪاڪي ڀِهه ڪمدرڪئي جِتمتي، اَسهائي رلم ٿيه

مسٽر نندلعل ناني هندستان جي ودوان لکڪ جو چوڻ
آهي ته اهي ڪمدرڪ ڪنهن وقت شودرڪ جي ناني سان مشهور
ٿيا[1]. مان انهيءَ راءِ کي نٿو قبول ڪريان. ڇاڪاڻ ته مهاڀارت ۾
مالو، ڪمدرڪ، شودر ۽ آڀير ناني جاتين جو جدا جدا بيان اچي ٿو.
جيڪڏهن ڪمدرڪ ۽ شودرڪ يا شودر هڪ هجن ها ته انهن لاءِ
ٻه جدا جدا شبد ڪتب آندا نه وڃن ها. هان، مهاڀارت ۽ انڪان
پوءِ شودرڪ ۽ آڀير ناني ٻه سنڌي کتري جاتيون برابر هيون،
۽ انهن جو مکيه استان ونشن جي ويجهو هو، جتي سرسوتي
راجپوتانا جي ٻيابان ۾ وڃي گم ٿي ٿي. ڪمدرڪ سنڌي کترين
جو استان ستلج نديءَ کان راوي نديءَ تائين پکڙيل هو، جو
انوقت سنڌ جو اتر اوڀر وارو ڀاڱو سڏبو ٿي ويو. گريڪ اتهاسڪار
ڊائيوڊورس هنن سنڌي کترين کي Sodran ڪري لکيو آهي.
هتي اها ڳالهه ظاهر ڪرڻ ضروري ٿيندي ته ڪن ودوانن
جو رايو آهي ته اهي مالو يا مالي سنڌي ويرسڪندر هٿان
شڪست کائي سنڌ مان ڀڄي راجپوتانا جي ڏکڻ ڏانهن هليا ويا،
جتي هنن نئون مالوا پرڳڻو آباد ڪيو، جنهن ڪنهن سمي
وڪرماديت جهڙو چڪرورتي راجا پيدا ٿيو. ممڪن آهي ته
جنهن سمي جو مان هن وقت ذڪر ڪري رهيو آهيان، يعني
عيسوي سن کان هزار ڏيڍ سال اڳ، مالوجاتيءَ جا کتري

1, Geographical Dictionary see, shudrak

سنڌ ۽ راجپوتانا ۾ به پکڙيل هجن. باقي سنڌ مان پڇي ٿي ملڪ
وسائڻ جي ڳالهه مولڪي اتهاسڪ نظر کان اڻ پوري پئجي ٿي سگهي
اچي. چاڪاڻ ته گريڪ اتهاسڪارن جي لکيل اتهاس ۾ ڏيکاريل
آهي ته سڪندر جي ڪوچ پهچڻ کان اڳ ئي اتر ۽ ڏکڻ سنڌ
جي آزاد پسند ماڻهن بغاوت ڪري سڪندر جي مقرر ڪيل
حاڪمن کي ماري ڇڏيو ۽ يونان جي جهنڊي اڳيان ڪنڌ
جهڪائڻ بند ڪيو. اهڙيءَ حالت ۾ ثابت ٿي آزاد ٿيندي سنڌ جي
مالو ڪمترين کي سنڌ ڇڏڻو پيو ۽ آباد ملڪ ڇڏي راجپوتانا جي
ريگستان جي مسافري هموار ڪرڻ جو ڪو به سبب نه هو.

برهمڻ اڳ سنڌ ۾ ٻئي ڏيکاريل ٻن فرقن جي ڪمترين کان
سواءِ امبشٽ نالي ڪمتري به رهندا هئا. انهن ڪمترين جي شاخ
راجا اشمير جي پٽ سورٿ نالي راجا کان شروع ٿي. اهي
اشمير راجا جا پوٽا ٿي هئا جن برهمڻ سنڌ ۾ سبي، ڪڪڙ
۽ سؤويو جو ڀاڱو وسايو. انهن راجڪمارن لسمع مان پهرئين ۽
ٻئي ڀاڱي ۾ خلاصو ذڪر ڪري آيو آهيان. امبشٽ ڪهراٽي جي
ڪمترين مان هڪ راجا جو ذڪر سنسڪرت جي اتريه براهمڻ
گرنٿ جي اڌياءِ ٨ شلوڪ ٢١ ۾ ٿيل آهي. مهاڀارت جي ڀيشم
پرو جي اڌياءِ ٥٩ جي ٧٦ شلوڪ ۾ امبشٽ ڪهراٽي جي راجا
شرت آيوءَ جو بيان آيو آهي. اهو راجا مهاڀارت جي لڙائيءَ
۾ راجا دريوڌن يعني ڪورون جي طرفان وڙهيو هو. هنکي
ويو ارجن ماريو هو (ڏسو درونڻ پرو اڌياءِ ٩٣ جو شلوڪ ٦٣ ۽ ٧١)
نه فقط ايترو بلڪ راجا شرت آيوءَ جو پٽ به مهاڀارت جي جنگ ۾
ماريو ويو هو. (ڏسو ڪرڻ پرو اڌياءِ ٣ جو شلوڪ ١٠ ۽ ١١)
وياڪرڻ آچاريه پتنجليءَ جي سنسڪرت وياڪرڻ مها ڀاشيه ۾
”آمبشٽيه“ لفظ ڪم آيل آهي. يوناني ليکڪن امبشٽ ڪمترين
کي Ambutai يا Abstanoi جي پکڙيل نالي سان لکيو آهي.

يوناني اهسڪارن ايرين اهن سنڌي کترين جو ڪجھ ذڪر ڪيو آهي؛ جنهن ۾ لکيل آهي ته سڪندر جي سمي ۾ اهي سنڌي کتري افغانستان جي اڀرندي ۾ رهندڙ هاٿوڪن پٺاڻن وانگر آزاد قبيلا هئا.

يوناني لکڪن هڪ چوٿين جاتيءَ جو بيان به ڪيو آهي جنهنکي Xathroi يا Oxathroi ڪري سڏيو ويو آهي. منهنجي نظر ۾ اهو اکر کترين لاءِ ڪم آيل آهي؛ جنهنکي پرسڌ اهاسڪار ونسينٽ اسمٿ به ٺيڪ ڏني ٿو[1]. کتري، هندو جاتيءَ جي چئن ورڻن مان هڪ ورڻ آهي. هرڪنهن راجائي خاندان کي کتري چيو ٿو وڃي. مان سمجهي نٿو سگهان ته اهڙيءَ حالت ۾ يوناني لکڪن کترين کي هڪ خاص فرقو ڪيئن لکيو آهي. هن مان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته سڪندر اعظم سان گڏ جيڪي يوناني اهاسڪار هندستان ۾ آيا، تن پوري هندي ڀاشا نه سمجهڻ سبب اٺ جاتائيءَ ۾ هيءَ چوڪ ڪئي آهي. ڪيئن به، عيسوي سن کان اٽڪل هزار ڏيڍ اڳ سنڌ ۾ جيڪي مکيه قبيلا يا کترين جا فرقا رهندا هئا، اهن جو مولڪي هٿ آيل احوال مٿون مٿي پيش ڪيو آهي. اهن جي ڪمن مان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته مهاڀارت جي جنگ کانپوءِ پراچين سنڌ جي عام ماڻهن ۾ جيڪا مايوسي آيل هئي سا ڪي قدر گهٽ ٿي، ۽ ڏيري ڏيري اهن ۾ کتري تيج وڌندو رهيو.

مان مٿي جن کتري قبيلن جو بيان لکي آيو آهيان؛ اهن لسبت ڪي صديون پوءِ يوناني لکڪن جيڪي لکيو آهي؛ اهن جي ويرتا جي ساراهه جون سرڪيون ڀريون آهن. اهن مان صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته پراچين سنڌ لي اهيءَ سمي ۾ ڪنهن

1. Early History of India P. 104

هڪ چڪرورتي راجا راڄ ڪيو. بلڪ سنڌ جا جدا جدا حصا ڪيتري ئي جدا جدا فرقن ۽ انهن جي سردارن يا راجائن جي هٿ هيٺ هئا. پراچين سنڌ جي حڪومت جو اهو سرشتو صدين جون صديون قائم رهيو ايتري قدر جو ڪلهوڙن ۽ ميرن جي عهد حڪومت ۾ به سنڌ پرڳڻن جي جدا جدا حصن لاءِ جدا جدا بادشاهه ۽ حاڪم حڪومت هلائيندا هئا.

اسانکي سنڌ پراچين سمي کان آسودي هئي ۽ ايتري قدر جو سڪندر جي سمي جي اتهاس لکندڙ يوناني ليکڪن لکيو ته ايتري قدر به لکيو آهي ته هاٿوڪي اهو سنڌ جي اسور ناڻي پراچين راجڌاني ۾ سون ۽ چانديءَ جون کاڻيون هيون. خبر نه آهي ته گريڪ اتهاسڪارن سون ۽ چانديءَ جي کاڻين جو لفظ ڪهڙي ارٿ ۾ ان ڪتب آندو آهي. سچ پچ انهيءَ سمي ۾ سنڌ اندر انهن قيمتي ڌاتن جون کاڻيون هيون، يا سنڌ ولديءَ سبب ٿيءَ پرڳڻ ۽ انجا لواسي ايتري قدر ڌنوان هئا، جو انهن جي ملڪيت ڪي ڏسي گريڪ ليکڪن ماڻهن انهن لکيو ته هتي سون ۽ چانديءَ جون کاڻيون آهن.

## باب ٽيون

# پراچين سنڌ تي ڌارين جون ڪاهون

مان هن ڪان اڳ ڪجهه هنڌ لکي آيو آهيان ته مهاڀارت جي لڙائيءَ ڪانپوءِ هند ۽ سنڌ جي اهڙي نه نربل حالت ٿي ويئي جو ڪمترن ڌارين جالمن ۽ بادشاهن جو هن ملڪ تي حملي ڪرڻ جو حوصلو وڌي ويو. اينري قدر جو عيسوي سن جي شروعات تائين هندستان جي الڳ اولهه، تنهن ۾ به خاص ڪري هاڻوڪو ڪشمير، پنجاب ۽ سنڌ پرڏيهه الهن جي ڪاهن جو هڪ مقصد ٿي پيو. عيسوي سن ڪانپوءِ به هند ۽ سنڌ تي ڌارين بادشاهن جون ڪاهون ٿينديون رهيون ۽ پر الهن ڪاهن جو ڪي ڪجهه خلاصو احوال اسانکي اڳ ڪلهه جي الهاس مان معلوم ٿو ٿئي. مان هن هان ۾ عيسوي سن کان اڳ اٽڪل هڪ هزار ورهيه يعني هن وقت کان اٽڪل ٽي هزار سال اڳ جي الهن ڪاهن ۽ حملن جو احوال ظاهر ٿو ڪريان، جن لسبت يا نه ڪجهه به نه لکيو ويو آهي ۽ يا جي ڪجهه لکيو ويو آهي ته ٿلڪل اڻ لکو ۽ مختصر.

### اوسيرس

پراچين سنڌ تي جن بادشاهن ڪاهون ڪيون، الهن جو احوال اسانجن پراڻن مان گهڻو ڪو نه ٿو ملي. البت ڪي ٿورا

اشارا ڏسڻ اچن ٿا، پر انهن مان ڪو خاص اوت سنڌ لاءِ ٿئي.
باقي ايجپٽ (مصر) جي ڪن ڏند ڪٿائن ۽ پراڻڪ ڪٿائن مان
ڪي ڪجهه خبر پوي ٿي. انهن مصري ڏند ڪٿائن پڙهندي
معلوم ٿيندو ته عيسوي سنه کان اٽڪل ارڙهن سو سال اڳ،
يعني سڪندر اعظم کان گهڻو گهڻو اڳ، اوسيرس Osiris نالي
مصر جي بادشاهه هندستان تي ڪاهه ڪئي. پڇم جي ڪن
اتهاسڪارن هنکي ڊائنيسئس Dionysins يا بيڪس Bachhus
نالي سان به سڏيو آهي. هيءُ بادشاهه مصر جي پهرئين بادشاهه
مينس، جنهنکي مصر نواسي دنيا جو پهريون بادشاهه سمجهن
ٿا، انهي خاندان ۾ پيدا ٿيو هو. مينس اکر هندن جي پهرئين
راجا منوءَ سان مشابهت ٿو رکي. مان اڳيئي لکي آيو آهيان ته
هيءُ اتهاسڪ ڳالهيون مصر ۾ ڏند ڪٿائون آهن. هن مان منهنجو
الومان آهي ته هيءُ جو ويدن جي سمي ۾ هندستان اندر منو
مهاراج کي دنيا جو پهريون راجا سمجهيو ٿي ويو انڪي ڏسي
شايد مصر وارن به پنهنجن پراڻڪ ڳالهين ۾ منوءَ کي مينس بڻائي
پنهنجو پهريون بادشاهه ڪري ميڙيو. هن وقت دنيا ۾ جيڪي
قاعدي ۽ قانون جا ڪرلت ملن ٿا، انهن ۾ منوءَ جي سمرتيءَ
کان وڏيڪ جهونو ڪرلت ڪو به ڪونه ٿو ملي. يعني دنيا ۾
پنڪتي پربند يعني قومي انتظام لاءِ سڀ کان اڳ منو مهاراج ٿي
قانون ٺاهيا. خير. منهنجي هن لکڻ جو مطلب اهو آهي ته جيئن
پڙهندڙن کي پرلمعَ لڳي ته مصر نواسين جون پراڻڪ ڳالهيون،
هندن جي پراڻڪ ڳالهين سان گهڻي قدر ملي ٿيون اچن.

اوسيرس مصر جي بادشاهه جنهن جو مان مٿي ذڪر
ڪري آيو آهيان، تنهن هندستان جي اتر اولهه پاسي تي حملو
ڪيو ۽ مصر جي ڏند ڪٿائن موجب هيءُ ڪجهه وقت انهيءَ
حصي تي قابض رهيو. هن بادشاهه هندستان جي جنهن حصي

تي فتح حاصل ڪئي، تنهن ۾ سنڌ جي اتر اولهه وارو پاڱو به ڇڏيو ويو. هن پهنجي سوڀ جي يادگيريءَ ۾ افغانستان ۽ براهمڻ سنڌ توڙي پنجاب ۾ ڪي ٿنڀا به هڻايا. ٻر هن وقت تائين هندستان جي براهمڻ وستو وگماون الهن ٿنڀن جو پتو ڳولهي نه ڪڍيو آهي.

ڪن مسلمان ليکڪن اهو گهوڙو هنئو آهي ته بادشاهه اوسمرس کي هندو اشو يا ايشور به ڪري سڏيندا هئا ۽ براٽن ۾ جنهن مصر استان يا اشوءَ جو بيان آهي سو اهو ئي بادشاهه هو'. ٻر منهنجي نظر ۾ هيءُ ڳالهه گهوڙو آهي. هندن ۾ ماتما کي ئي ايشور جي نالي سان ياد ڪيو آهي. ايشور جي اپاڌي هنن ڪنهن به راجا يا مهاراجا کي ڪانه ڏني آهي. اهڙيءَ حالتم سنڌ جي ڏکڻ اتر اوله تي سوڀ پائيندڙ هڪ وڏرمي راجا کي هنن اشو يا ايشور جي نالي سان سڏيو هوندو، اها ڳالهه نَلڪ هاڻ ٻڌڻي لڳي.

## سيمئيرامس

نهر جي براٽڪ ڪٿائن ۾ سيمئيرامس نالي اسرين قوم جي راڻيءَ جو به احوال اچي ٿو. ياد رکڻ گهرجي ته هن راڻيءَ جو ذڪر اسانجن براٽن ۾ به آهي. پڇمي براٽڪن جو چوڻ آهي ته هيءَ راڻي سومرس نالي شراب پئندي هئي. اهو سومرس اهو آهي جنهنجو ذڪر سواءِ ويدن جي ٻئي ڪنهن به ڏرمي گرنٿ ۾ نٿو اچي. مسلمان ليکڪن جي قول موجب هن راڻيءَ کي اتر اوله هندستان ۾ ديوي سمجهيو ٿو وڃي ۽ ٢آڪٽوبر واري مهني ۾ وڻ جي هملان چالوون، گلن ۽ شراب جي مٽس ڀل چاڙهي ويندي آهي.

---

Sayed md. Latif: History of Punjab P.53

مٿي ذڪر ڪيل راڄن جنهن وقت اسوريا ۾ راڄ ڪندي هئي، تنهن وقت هندستان جي اتر اولهه جي سڄي حصي تي ويرسيتا نالي راجا راڄ ڪندو هو. انهيءَ راجا جو راڄ سمنڊ جي ڪناري تائين يعني سنڌ جي ڏکڻ تائين ڦهليل هو. هن سنڌي راجا ڪنهن وقت مڪي ۾ جنهنکي مڪ استان سڏيو ٿي ويو، اتي ليسما اچي ڪئي، جنهن لاءِ ايهور هنکي استاوريتي يعني لماتات جو حاڪم، اهو لقب ڏنو. اسورين راڻي سيميرامس يا سامي راما کي جنهن وقت هن سنڌي راجا جي پنهنجي سرحد تي اچڻ جي خبر پئي تنهن وقت هن پنهنجن ڪن ماڻهن هٿان هنجي تي عزلي ڪرائي. انهيءَ تي ڪروڌ ۾ اچي سنڌي راجا ويرسيتا پنهنجن فوج تي ڪاڙڪي پيو ۽ هٽي سڄي سيتا کي ختم ڪري ڇڏيائين. انهيءَ تي لاچار ٿي مٿي ذڪر ڪيل ايماني راڻي سنڌ مان اچان ڪنڌ جهڪايو ۽ ويرسيتا کي "مهاديو ڀڳوان جو ڀڳت" قبول ڪيو.

مضمون بيان هندن جي پراڻن ۾ اچي ٿو. پر گريڪ اتهاسڪ وري هن ڳالهه کي اهو وٽ نا ڏين ته اسورين راڻيءَ تي، سنڌ جي راجا حملو نه ڪيو، بلڪ راڻي خود پنهنجي سيتا سان پراچين سنڌ تي ڪاهي آئي. پراڻن ۽ گريڪ اتهاس ۾ هن راڻيءَ لاءِ جيڪي ڳالهيون لکيون ويون آهن، سي گهڻي قدر هڪ ٻئي ۾ ملي ٿيون اچن. سيد محمد لطيف پنهنجي پنجاب جي اتهاس ۾ ڏيکاريو آهي ته جنهن هند سنڌي راجا ۽ اسورين راڻيءَ جي لڙائي لڳي اهو هند ۽ جنگ جو آخرين نتيجو پراڻن ۽ گريڪ اتهاسن ۾ هڪ جهڙو اچي ٿو. يعني گريڪ اتهاسڪار به اها ڳالهه قبول نا ڪن ته اسورين راڻي، سنڌ جي راجا کان شڪست کاڌي. باقي هو پراڻن کان ڦريل اها ڳالهه نا ڪن ته سنڌ جي راجا، اسورين راڻيءَ تي نه، بلڪ اسورين راڻيءَ سنڌ تي ڪاهه ڪري هار کاڌي. سر آرين

اسٽمن جو لکڻ آهي ته راڻي سيميرامس، سنڌ جي سينا کان
شڪست کائي لس ٻيلي ۽ مڪران جي سرحد واري هاڙوڪي
حب ندي پار ڪري ڪالهوءَ مصر ملڪ جي هن راڻيءَ کي اڳيان
ٻيابان ڏسڻ ۾ آيو، جنهنکي پار ڪندي ويهن سپاهين ڪانسواءِ
باقي سندس سڄي فوج ختم ٿي وئي.[1]

مٿي ذڪر ڪيل برهمڻ سنڌ تي حملي آورن جون ڳالهيون
پڇمي ۽ يورپي پراڻن مان ڪڍيون ويئون آهن. جيتوڻيڪ انهن
جو ذڪر هيروڊوٽس، ڊائوڊورس ۽ اسٽرابو وغيره پڇمي
اتهاسڪارن به ڪيو آهي، پر انهن ليکڪن انهن اتهاسڪ ڳالهين
جي ثابتيءَ لاءِ وشواس جوڳي ڪنهن اتهاس جو حوالو نه ڏنو آهي،
انهيءَ ڪري مان هن ڳالهه جي پارکيءَ ۾ نه وڃي ٻين انهن
بادشاهن جو بيان ظاهر ٿو ڪريان، جنهنجو ذڪر نه فقط اسانجن
پراڻن، بلڪ وشواس جوڳن پڇمي اتهاس ۾ به اچي ٿو.

## سائرس

بادشاهه سائرس Cyrus، ڪئمبيسس Cambyses جي پٺ
به عيسوي سن کان اٽڪل پندرهن سورهن سو سال اڳ،
سنڌ جي رستي هندستان تي ڪاهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.
پر سنڌ جي سوويرن هن ايراني بادشاهه جا به ڏند ڪٽا ڪري
ڇڏيا. چون ٿا ته هن پڇمي بادشاهه مڪران جون حدون لنگهي
لس ٻيلي رستي سنڌ تي ڪاهه ڪئي. سنڌ جي سينا سان زور
آزمائي ڪري جنهن وقت هو شڪست کائي ڳوٺ ڏانهن پٺتي
لڳو تنهن وقت راڻي سيميرامس وانگر هنجي به سڄي سينا حب
نديءَ جي ٻرپٽ ۾ واري رڃ پٽ ۾ ڦاٿي ۽ ڪاڌي جي اڻاٺ
سبب ڦٿڪي مري وئي- باقي سندس سينا ۾ ست سپاهي

1 Sir Aurel stein–Alexander's route into Gedrosia P. 217

وڃي پهتا، جتي موٽي وطن ڏانهن پهتا.[1] جنهن وقت سڪندر اُهيءَ ساڳئي رستي کان وطن ڏانهن ٿي موٽيو تنهن وقت هن به اُهن هنڌن تان لنگهندي اهي ڳالهيون پڌيون هيون. هن ودبهي بادشاه سنڌ ۾ عيسوي سن کان اٽڪل چوڏهن سو سال اڳ ڪاه ڪئي ٿي سمجهجي.

## داريس

عيسوي سن ۵۲۱ کان ۴۸۵ سال اڳ ايران ۾ داريس Dorius نالي زبردست بادشاه پيدا ٿيو. جنهن ڏوم جي ساهتيه مان معلوم ٿو ٿئي ته انوقت سنڌ ۾ چڪوورتي مهاراجا اديان جو راڄ هو. مان هتي سنڌي راجا جو خلاصو بيان اڳتي هلي ڪندس. باقي هتي ايترو ظاهر ڪرڻ واجب ٿو سمجهان ته مان جمڻي ساهتيه جي گرنٿن سان مٿين ذڪر ڪيل ڳالهه لسبت شامل راءِ نه آهيان. مهاراج اديان، ايران جي بادشاه داريس کان گهٽا سال اڳ سنڌ تي راڄ ڪيو ۽ ممڪن آهي ته ان وقت مهاراجا اديان جو پاڻمو ڪيشي ڪمار سنڌ تي راڄ ڪندو هجي. 'چاڪاڻ ته حساب موجب مهاراجا اديان عيسوي سن کان ۵۹۸ کان ۶۰۰ ورهيه اڳ جاتو ۽ ارڙهن ورهين جي ڄمار ۾ گاديءَ تي ويٺو.

داريس لسبت پڇوي اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته هو هستاسپس Hystoaspes جو پٽ هو ۽ هن ايشيا کنڊ جي گهڻي حصي کي پنهنجي جهنڊي هيٺ آندو. هنڪي هنڌن جي پراڻن ۾ ذرت وسو يا داريه وهشه جي نالي سان به لکيو ويو آهي. عيسوي سن کان ۵۱۶ ورهيه اڳ هن پنهنجيءَ فوج کي اُهيءَ ڳالهه جي جاچ لاءِ موڪليو ته ڏسي ته سنڌو نديءَ جي چوڙ کان ايران ڏانهن پهچڻ جو ڪو بحري رستو آهي يا نه؟ هن

Sir Aurel stein–Alexander's route into Gedrosia P. 217

اسڪائليڪس Skylax نالي ڪمانڊر کي اهو ڪم سونپيو. هي
ڪمانڊر گنڌار (قنڌار) جي پرڳڻي کان اچي سنڌو نديءَ ۾ داخل
ٿيو ۽ اٽڪ ٽيرهن مهينن ڪاهي پوءِ پنهنجي منزل کي پهتو.
اسڪائليڪس جي هن خوفناڪ مسافريءَ جو احوال ڪنهن وقت
قلمبند ڪيو ويو هو، پر هاڻي اهو درلڀ ٿي ويو آهي. پر هن
دلير سياحتيءَ جي جفاڪشيءَ مان اهو فائدو اوس ٿيو جو بادشاه
دارا کي پراچين سنڌ پرڳڻي تي قبضي ڪرڻ ۽ پنهنجي پورب
سيما کي هاڻوڪي عربي سمنڊ تائين پهچائڻ ۾ سهائتا ملي.

بادشاه دارا سنڌ ۽ هندواسين سان جنگ ڪندي ڏٺو
ته هنن جهڙو ڪو انداز شايد سڄي دنيا ۾ نه هجي. انهيءَ ڪري
هو پنهنجي سيما ۾ ڪيترا سنڌ ۽ هندواسي ڪو انداز ڀرتي ڪري
ڪين پاڻ سان وٺي ويو، جن پوءِ ونسينٽ اسمٿ جي چوڻ
موجب ڪيرڪيس جي حڪومت ۾ مارڊونس ۽ پلٽيا نالي واڄ
ايران جي حڪومت ۾ آڻي ڏيکاريا!

بادشاه دارا سنڌ ۽ اتر اولهه وارن پرڳڻن کي گڏي
پنهنجو جدا راڄ کڙو ڪيو. پڇمي اتهاسڪارن، پراچين سنڌ جي
انوقت جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته اهو ديس بلڪل شاهوڪار
هو. مون پهرئين ڀاڱي ۾ ڏيکاريو آهي ته بلڪل پراچين سمي ۾
سنڌ اندر سون ۽ چانديءَ جون کاڻيون هيون. گريڪ اتهاسڪارن
جن سڪندر جي ڪاه جو احوال لکيو آهي، انهن جو چوڻ آهي
ته سنڌو نديءَ مان ڪيترو سون هٿ ڪيو ويندو هو. پراچين
سنڌ بنسبت اها به هڪ حقيقت آهي ته بادشاه دارا کي
هر سال ١٨٥ مڻ سون ڏن طور ڏنو ويندو هو، جنهنجو ملهه ڏهه لک
پائونڊ يعني سوا ڪروڙ رپين کان به وڌيڪ هو.[1] بادشاه دارا

---

1 V. A. Smith: Early History of India

کي ايترو ڏن سڄي ايشيا کنڊ جي گڏيل راڄن مان به ڪين ملندو هو. جيتوڻيڪ پڪيءَ ريت نٿو چئي سگهجي ته بادشاهه داريس هندستان جو ڪيترو ڀاڱو پنهنجي حڪومت ۾ ملايو، پر ونسينٽ اسمٿ پنهنجي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ واري هندستان جي اتهاس ۾ ڄاڻايو آهي ته هنجي راڄ ۾ سمنڊ کان وٺي سڄي سنڌ ۽ پنجاب پرانت جو سنڌو نديءَ جي اوڀر وارو ڀاڱو شامل هو. پر اٽڪل ٻه صديون پوءِ جڏهن سڪندر هندستان تي ڪاهيو تنهن وقت سنڌ هڪ سوتنتر راڄ هو ۽ سنڌو ندي ايران ۽ هندستان جي حڪومت جي حد هئي. سڪندر جي زماني جا اتهاسڪار لکن ٿا ته انوقت سنڌ ۾ ديسي هندو راجائون راڄ ڪندا هئا[1]. هن مان ظاهر ٿو ٿئي ته اتر اولهه پنجاب ۽ سنڌ گهڻو وقت ايران جي هٿ هيٺ نه رهي.

هتي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته براهمڻ سمي ۾ درياهن جو هن وقت جهڙو وهڪرو نه هو ۽ پنجاب توڙي سنڌ ۾ هن وقت جنهن هنڌ رڃ پٽي واڪا ڪري، اتي انوقت چڱي آبادي هئي[2]. هن مان اها ڳالهه صاف ثابت ٿيندي ته بادشاهه ڊيريس کي عيسوي سن کان اٽڪل سوا پنج سو ورهيه اڳ، برابر سنڌ مان مٿي ذڪر ڪيل انداز ۾ سون ملندو هوندو.

بادشاهه ڊيريس جا هٿوڪي سنڌ جي اتر ۾ ڪي شلا ليک (پٿرن تي اڪريل مضمون) مليا آهن. انهن کي ڏسڻ سان معلوم ٿيندو ته جنهن يونن اکرن جو پراڻن ۾ تمام گهڻو ذڪر آهي، اهو انهن شلا ليکن ۾ به ڪتب آندو ويو آهي.

---

1 Voyage of Skylax (Herod iv 44

2 Raverty, 'The Mihran of Sind and its tributeries P 301

## سڪندر

يوني الهاسڪارن جي لکڻ موجب عيسوي سنه کان ۳۲۷ ورهيه اڳ، بهار جي موسم ۾، جنهن وقت سج ڪافي انداز ۾ برف کي ڳاري ۽ اوچن بهاڙن جا رستا صاف ڪري چڪو هو، تنهن وقت سڪندر اعظم پنڌ سان اٽڪل سٺ هزارن جي سيما وٺي هندوڪش بهاڙن مان لنگهي هندستان جي وسيع سرحد ڪوه دامن ۾ اچي پهتو[1]. هون ۽ ته سڪندر تخت لي وهڻ کان بوءِ سنت ئي هندستان لي حملي ڪرڻ جا بور بهي بچايا، بر بهڪتمريا ديس لي سوجهه بانڻ ڪالهوءِ ئي هو هندستان ڏانهن قدم وڌائي سگهيو. هتي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته سڪندر جنهن سال ۾ هندستان لي حملو ڪيو، ان لسميٽ يورپي ۽ يوني الهاسڪارن جا وڏا متيمد آهن. ابوالريحان البيروني تالي هندستان جي بهرئين مسلمان الهاسڪار جو چوڻ آهي تہ "واجا يدشتر ۽ هلندڙ سال يعني سڪندر جي ۱۳۴۰ سال جي وچ ۳۴۷۹ سال گذري چڪا تڏهن سڪندر، هندستان لي حملو ڪيو." هن لکڪ جي حساب موجب سڪندر عيسوي سنه کان ۳۱۰ ورهيه اڳ هندستان لي ڪاه ڪئي. ڪيو، مان هن سوال ۾ گهڻو تتو وڃڻ گهران ۽ باقي ايترو لکڻ واجب ڄمندو تہ البيرونيءَ جي سمي ۾ سڪندر کي هندستان ۾ عيسوي سنه کان اٽڪل ٽي سو سال اڳ آيل سمجهندا هئا ۽ بر هندستان جا هاڻوڪا الهاسڪار الکي ۳۲۷ سال اڳ آيل لکي رهيا آهن.

سڪندر اعظم هندوڪش بهاڙن مان لنگهي ڪوه دامن جي رستي هندستان لي حملي ڪرڻ جا اڳئين بور بچائي چڪو

---

۱. بلوٽارڪ لکي ٿو تہ سڪندر سان هڪ لک ويهه هزار بيدل ۽ ۱۵ هزار سوار سيما هئي - ڏسو Alexander chapter xvi

هو. جنهنجي ثابتي اها آهي جو ڪنوريا لي ڪاه ڪرڻ کان ٻه سال اڳ، هن ڪوه دامن جي بغل ۾ پنهنجي نالي جو هڪ عاليشان شهر اڏايو، جنهنجو نالو الگزينڊرا مشهور ٿيو. هيءَ شهر اهڙي هنڌ تي آهي، جتان سولائيءَ سان هندستان ڏانهن وک وڌائي سگهجي[1].

مولڪي هن هنڌ سڪندر جي الهيءَ لڙائيءَ جو بيان ڪيو ته آهي، جنهن ۾ هن پنجاب جي اتر واري راڄ جي ڌڻي راجا پوئرش (پورس) سان هن مقابلو ڪيو. پهڪ سڪندر جي سمي ۾ اسانجي سنڌ پراڻي جون حدون اتر ۾ اٽڪ کان ۽ اوڀر ۾ راجپوتانا ۽ پنجاب جي هاڻوڪي مانٽگومري ضلع تائين ڦهليل هيون ۽ پر اها ڳالهه ظاهر آهي ته پڇمي اتهاسڪارن جنهن راجا پورس ۽ سڪندر جي لڙائيءَ جو وستار سان ورڻن ڪيو آهي، اهو راجا پورس اسانجي سنڌ جو راجا نه هو. الهيءَ ڪري مان هن بيان ۾ سڪندر جي انهن ڪاهن جو بيان ڏيندس، جيڪي هن پراچين سنڌ جي راجائن تي ڪيون.

راجا پوئرش سان زور آزمائي ڪري، آخر منهنجي راءِ موجب ان سان عهدنامو ڪري عيسوي سنه کان ٣٢٦ سال اڳ آڪٽوبر واري مهني ۾ سڪندر سنڌ جي سرحد ۾ پير ڪوڙيا. يعني پنجاب جي اتر اوله ۾ سڪندر کي ڇهه مهنا لڳي ويا. آڪٽوبر جي هڪ ڏينهن سڪندر صبوح سان اٿي سولي پرڻ ۾، سامهون پٽل لدي ۽ پنهنجي اشٽ ديوتائن کي ارگهه ڏيئي، انهن جي پوڄا ڪري پنهنجي سينا کي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو. حڪم ملندي سڪندر جي سينا درياهي پتڻ ۾ چڙهي

---

١. هندستان جي الهندي سرحد وارن لکن لسمٽ پڙهو.

1. Report of the Pamir Bowndary Commission P. 29

ڏکڻ طرف رواني ٿي. پڇمي الهاسڪارن جو چوڻ آهي تہ
سڪندر جي سميت گهوڙن کي ٻيڙن ۾ ڏسي درياه جي ڪپ
تي ٻنهي ماڻهو حيران ٿي ويا، جو هنن هن کان اڳ گهوڙن کي
ٻيڙن تي چڙهندو نہ ڏٺو هو. پڇمي الهاسڪارن جون هيءَ فقط
لپاڙون آهن، نہ تہ سڪندر کان سوين سال اڳ اسانجي سنڌ جا
سوويچ ماڻهو گهوڙن تي چڙهي واٽ ٿي وڏيون لڏيون لتاڙي
عراق ۽ مصر تائين ويا. چين، عراق، ميسوپوٽاميا وغيره ملڪن سان
واپار ڪندي سنڌ ۽ هند جا واپاري اوڏهن پورين پهادو ٿي
ويا، يا پنهنجن پريل گهوڙن سميت درياهہ ٽري تي پار ويا؟
ضرور. ساڻن هتي پهريائين پڇمي الهاسڪارن جو مسع ظاهر ٿو
ڪريان. پڇاڙيءَ ۾ هلي ڏيکاريندس تہ الهن عالمن جو رايو
واهيات ۽ خود پنهنجن پن پڇمي پنڊتن جي ورڻ آهيءَ الهيءَ
ڪري الهن جي راءِ کي گهڻو وزن نہ ڏنو وڃي.

ٽن ڏينهن جي مسافريءَ ڪانپوءِ سڪندر جي سينا ڀيرا
Bhira نالي شهر وٽ اچي پهتي، جتي سڪندر پنهنجي
ڪريٽراس ۽ هيپسشن نالي سينا نائڪن کي درياه جي
ٻنهي ڪپن تي لنبو هڻڻ لاءِ چيو. هتي سڪندر جي درياهي
فوج ۾ ڏينهن ٽرسي، جيستائين ڪڪيءَ رستي ڪمانڊر فليپاس
اچي ساڻن گڏجي. ڪمانڊر جي پهچڻ ڪانپوءِ هنکي حڪم ڏنو
ويو تہ تون پنهنجي سينا سان اڳيان ٿي هل.

پنجن ڏينهن ڪانپوءِ سڪندر جي سينا جهلم ۽ چناب جي
سنگم وٽ اچي پهتي. ٻنهي ندين جي پاڻي گڏجڻ سبب هن
هنڌ پاڻيءَ ۾ اهڙا تہ خوفناڪ ڪن پيدا ٿي ٿيا جو سڪندر جي
سينا سان پريل ٻہ وڏيون ٻيڙيون الهن ۾ غرق ٿي ويئون. خود
سڪندر وارو وڏو ٻيڙو بہ ڪن جي وچ اچي ويو ۽ وڏي ڏکن
سان الڪي بچايو ويو.

جهلم ۽ چناب ندين جو سنگم ڪهڙي هنڌ ٿي ٿيو، تنهنجو هن وقت ڪوبه نشان ڏسڻ ۾ نٿو اچي. گريڪ اتهاسڪار ايرين ۽ ڪرٽيس، جن هن واقعي جو بيان لکيو آهي، اتهن جو اهو خاص هنڌ، هن وقت معلوم نٿو ٿي سگهي. باقي اهڙو اوس، چئبو ته انهن ندين جو ميلاپ يا سنگم گهڻو اتر ۾ ٿي ٿيو.

ولسمٿ اسمٿ جو چوڻ آهي ته ”پنجاب ۽ سنڌ ۾ ندين جڪي وهڪرا بدلايا آهن، انهن جي خبر ڪمول محمد بن قاسم جي ڪاه يعني سنه ٧١٢ کانپوءِ ٿي پوي. باقي انهيءَ ڪاه کان هڪ هزار ورهيه اڳ سڪندر جي سمي ۾ اهي ندين ڪٿان ٿي وهيون، تنهنجو پتو پوڻ مشڪل آهي.“ جنهن صورتحال ۾ گذريل ٻارهن سو سالن ۾ به سنڌ ۽ پنجاب جي درياهن جا وهڪرا بدلبا رهيا آهن، تنهن صورتحال ۾ ڪ آهي ته سڪندر جي سمي ۾ ۽ ان کان اڳ به انهن ندين جا وهڪرا بدليا هوندا. چيو ٿو وڃي ته گذريل ٻارهن سو سالن ۾ سنڌ پرانسٽ جي زمين اٽڪل پنجاه ميل ويڪري ٿي آهي. انهيءَ ڪري سياويڪ درياه جي وهڪري ۽ لنڪه ۾ به ڦير گهير ٿي هوندي. ڊاڪٽر اسمٿ جو چوڻ آهي ته هڪرا يا وهندا نالي درياه، جنهن وقت بيڪانير، بهاولپور ۽ سنڌ جي، سڄي پٽن کي ساٿو سبز ٿي ڪيو، تنهن جو هن وقت نالو نشان به ڪونه آهي. منهنجي انومان موجب هڪرا ندي ويدن ۽ پراڻن ۾ بيان ٿيل سرسوتي ندي هئي، جنهن جو چوڙ راجپوتانا واري جهولي ۽ هاڻي غائب ٿيل سمنڊ ۾ وڃي ٿي ٿيو.

انهن سڀني ڳالهين هوندي به عجب آهي جو ڪيترن هاڻوڪن اتهاسڪارن پنجاب ۽ سنڌ جي ندين جي هاڻوڪن ڪمن ٿي سڪندر جي سمي جي شهرن ڳولي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جا منهنجي ويچار موجب واهيات آهي. جاڪاڻ ته

ڌرتيءَ جي ڌڻي، پورن ۽ پرسالمن سميت سڪندر جي سمي جا شهر هن وقت خاڪ ۾ خاڪ ٿي چڪا هوندا.

سڪندر مٿي ذڪر ڪيل پن ندين جي سنگم وٽ اچيءَ ڪري پنهنجي منزل رکي، جو سندس مرضي هئي ته اتان پوءِ هو براهمڻ سنڌ جي اتر واري حصي (سمي) پرڳڻي جي سمن سان مقابلو ڪري[1]. چاچ نامي سڪندر کي اچڻ وقت اها ڳڙڪ پهچي وئي ته سميءَ جا شهزادا، ڪمتري، ملتان جي مسمع مالو جاتيءَ جي سنڌي کترين سان ملي سندس زبردست مقابلو ڪرڻ وارا آهن. گريڪ اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته شبي جاتيءَ جي سنڌي کترين جلد سڪندر جي آڻ مڃي ۽ اچيءَ ڪري سڪندر کي سوکڙيون ڏيڻ بدران آزاد ڇڏي ڏنو! اچيءَ ڪالپور سڪندر جي سپاهه سنڌ جي اگرسمي کترين جنهن کي گريڪ اتهاسڪارن Agalssoi ڪري لکيو آهي؛ انهن سان مقابلو ڪيو. انهن پڇمي اتهاسڪارن جو اهو به چوڻ آهي ته اگرسمي کترين جي سپاهه تمام وڏي هئي، جنهن ۾ چاليهه هزار پيدل ۽ ٽي هزار گهوڙي سوار هئا. سڪندر جي سپاهه انهن مان هزارن کي قتل ڪيو ۽ هزارن کي داس يعني غلام بڻايو!! سڪندر انهن سنڌي کترين جي ماڳهين ملڪ ۾ گهوڙي ويو ٿو ڇڏي ۽ چون ٿا ته تنهن مملڪت ٿاءِ هيو اهو ملڪ ويران ڪندو پئي موٽيو!!! گريڪ اتهاسڪارن هڪ هنڌ اها ڳالهه سا قبول ڪئي آهي ته سڪندر جي سپاهه، شبي (سميءَ) جي راڄڌاني هٿ ڪرڻ ڪالپور پڻ مڪمه شهر تي جهڪو حملو ڪيو، تنهن ۾ سنڌي سورويرن جي تلوار هزارن گريڪ سپاهين کي لٿ ۾ لٿ ڏئي ڇڏي. اچيءَ شهر جا مرد پنهنجن استرين ۽ ٻارن کي باهه ڏئي جنگ جا نعرا هڻندا

1 Raverty:- Mihran of Sind and its tributaries

گريڪ سپاهين تي ٽٽي پيا. اِنهن شهر واسين جو اندازُ ويهه هزار
ڇهو لو وڃي ٿو، جن مان فقط ٽي هزار باقي وڃي بچيا [1]. ڊائيڊورس
جو چوڻ آهي ته سڪندر پاڻ هن شهر کي جلايو، پر ڪرٽس جو
چوڻ آهي ته اُنهي ماڻهن پاڻهي پنهنجن زالن ۽ شهر کي جلايو.
مولڪي پولٽس ڳالهه سچي نظر ٿي اچي ٿي ڇاڪاڻ ته جنگ پر اِي
ڪنهن واهه نه ڏسڻ تي براهمڻ سمي جا ڪمتري پنهنجن استرين
۽ گهرن کي آگ جي حوالي ڪري چڏيندا هئا، ته جيئن اهي
شترن جي هٿ نه چڙهن.

هتي سڪندر کي اها خبر ملي ته براهمڻ اِنءَ سنڌ جا
سرويچ مالو، يا موالي جاتيءَ جا ڪمتري پنهنجن پاڙيسري ڪمدرڪ
Oxodarkai جاتيءَ جي سورمن سان ملي سنڌس سامهون
لڙڻ لا گهرن. اِهيءَ ٿي سڪندر هڪدم اِنهن سنڌي قبيلن ۽
اِنهن جي مرڪزن تي اوچتو وارو ڪيو. سڪندر پنهنجي سپاهين
کي راوي ۽ چناب ندين جي سنگم وٽ ترسڻ جو حڪم ڪري،
خود چونڊ سپاهين ساڻ ڪري ملتان جي مالو ۽ ڪمدرڪ ڪمترين
تي ڪاهي ويو.

هتي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته مالو ۽ ڪمدرڪ جاتيءَ
جا ڪمتري گهڻي وقت کان هڪ ٻئي سان وڙهندا هئا. اِنهن جون
گهڻو ڪري هڪ ٻئي پر جنگيون لڳنديون رهنديون هيون. پر
هاڻي پنهنجي مالڪيءَ جي سر تي ڏاڍي دشمن کي سوار
لڳندو ڏسي اهي ٻئي سنڌي فرقا پاڻ ۾ ملي ويا. ڊائيڊورس
جو چوڻ آهي ته اِهيءَ معلامپ کي پڪي ڪرڻ لاءِ مالو يا مالي
سورمن ڏهه هزار زالون ڪمدرڪن کي پرڻائي ڏنيون. ۽ بدلي پر ڪائون

---

1 Arrian, vi P 5; Curtius "Historiac ix 4; Diodorus, "Bibliotheca" xvii 96 "Anabasis of Alexander" ch

ڏهه هزار ڳالون وٺي ڀاڄ پرٽيا [1]. پر دڪ آهي جو اهي وڪن پرينديءَ
ته اهي ٻن ويرَ جاتيءَ جي فرقن جي ڀاڱي پوري ايڪتا نه ٿي
سگهي . يعني سنڌي سينا جي اڳواڻيءَ جي سوال تان اهي ٻئي
فرقا هڪ ٻئي سان گهڻو ملي نه سگهيا .

سنڌ جي اتهاس ۾ اهڙا انيڪ مثال ملندا جن مان اها ڳالهه
ثابت ٿيندي ته گهرو ڦوٽ ئي ڌارين کي سنڌ تي پنهنجي جهنڊي
جهولائڻ جو موقعو ڏنو . پر جنهن وقت هڪ ٿي ويا ، تنهن وقت
اهي وري پنهنجي ديس کي ڌارين جي هٿن کان آجو ڪيو .

جيستائين ڪمدرڪ سينا مالو سينا سان وڃي ملي ، تيستائين
سڪندر وجهه وٺي مالو سينا تي حملو ڪيو . البت انهيءَ حملي
وقت جيڪا مالو سينا اتي موجود هئي سا سڪندر جي ٿوري
آندل سينا کي ناس ڪري سگهي ها ، پر سنڌي سينا جو سڪان
پوريءَ ريت نه جهلڻو ويو . گريڪ اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته مالو
سنڌي سينا ۾ اسي لک لوي هزار پيدل ، ڏهه هزار گهوڙي
سوار ۽ سٺ سو کان نو سو تائين رٿ گاڏيون موجود هيون .

هيڏانهن سڪندر جي چولنب سينا ۾ ڪيترا ماڻهو هئا ،
تنهنجو پورو انگ نٿو ملي . ڊاڪٽر اسمٿ جو چوڻ آهي ته
گريڪ سينا ۾ فقط سٺ هزار سپاهي هئا ۽ جا ڳالهه مان قبول
نٿو ڪريان . ڊاڪٽر اسمٿ اهو انگ گريڪ اتهاسڪارن جي ڏنل
انگن تان ڪيو آهي ۽ نه ته سٺ هزار سڪندري سينا اٺڪل
هڪ لک مالو سينا کان ڪيئن ڪوءِ کٽي سگهي ها ؟ گريڪ اتهاسڪارن
جنهن وقت مالو سينا جي ويرتا ۽ رعب جو بيان ڪيو آهي
تنهن وقت اهي کي لکندي لکندي هڏڪي وٺي ويئي آهي .
هو قبول ٿا ڪن ته مالو سنڌي سينا جهڙي زبردست سينا

1 Diodorus, "Biblistheca" xvii, 98

سڪندر کي ٻئي هنڌ ڏسڻ ۾ نہ آئي. ڪمڻ ته راجا پورس سان سڪندر جي لڙائيءَ مقابلي جو احوال ڏيندي جمڻ گريڪ الهاسڪارن، هندواسمن کي لوہل ۽ گريڪن کي بهادر ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي ڪوڙ لي سنڌرو بڌو. ليمڻ براهمڻ سنڌ جي سورويرن لسبت بہ هن گهوڙ بازيءَ کان ڪم ورتو آهي. اها ڳالهہ مان الوقت ثابت ڪندس جنهن وقت سڪندر جي ڪاه لسبت مان هن ٻنان جي ٻهاڙيءَ ۾ گريڪ الهاسڪارن جي ڏلل هڪ ٻئي کان ڦريل بيان جو ذڪر ۽ چند چاڻ ڪندس.

هنڌالهن ڊاڪٽر اسمٿ تہ چوي ٿو نہ سڪندر جي سمنا الهيءَ ڪري سوبي ٿالي جو الهو سڪان لائق ۽ باالنتظام هئڻ ۾ هو. سائنس گڏ هيءَ ودوان اها ڳالهہ بہ قبول ٿو ڪري تہ سڪندر جي گريڪ سمنا جنهن وقت سنڌي مالو سمنا جو منهن ڏٺو تنهن وقت هنن لي سنڌي سمنا جي دهشت چڙهي ويئي ۽ هو سڪندر جي خلاف بغاوت ڪرڻ لي سنڌرو بڌي بمنا، ۾ بادشاه جي همٿائيندڙ ويا ڪمان الهن جي لڏي لڙل هون کي گرم ڪري چڏيو.

هن قبوليت مان بہ اها ڳالهہ سڌ لي لڳي تہ براهمڻ الر سنڌ ۾ سڪندر سان سمنو سهائيندڙ سنڌي سمنا اينتري ڪاله هئي، جا گريڪ الهاسڪارن ڏيکاري آهي. سڪندر، وير مالو سمنا کي فقط دوکي سان ناس ڪري سگهيو. ڊاڪٽر اسمٿ لکي ٿو تہ بي هٿيار مالو وير بي خبر اُسي جنهن وقت پنهنجن ٻنمن ۾ ڪم ڪري رهيا هئا، تنهن وقت سڪندر اوچتو ئي اوچتو مٿن حملو ڪيو. اها ڳالهہ هندن جي جنگي قانون جي بنهہ خلاف آهي. ڪڏهن بہ هندو سمنا، بنا چتاءُ ڏيڻ جي دشمن جي فوج تي حملو نہ ڪيو. چتو پنتي شمواجيءَ ڪالسواءِ باقي ڪنهن بہ هندو راجا جي وقت ۾ اسان کي اهڙو مثال نظر نہ ايندو. خبر.

ويچارا بي وس ۽ بي هٿيار سنڌي اهڙيءَ سڪندري سيما جي تلوار
اڳيان ڪٽجي ختم ٿي ويا. جنهن سڪندر اسبب گريڪ اتهاسڪارن
اها لباڙ هڻيون آهي ته هن شبي جاتيءَ جي سنڌي پرجا کي آزاد
ڇڏي ڏنو. هان، باقي اهي سنڌي سمنڊ وڃي پهتا، جيڪي
پنهنجن قلعي بند شهرن ۾ موجود هئا.

گريڪ اتهاسڪارن جو لکڻ آهي ته مالو جاتيءَ جي سنڌين
کي نابود ڪري سڪندر هڪ اوچائيءَ تي بيٺل ننڍي شهر تي
حملو ڪيو، جتي هن، ڪوٽ جي ٻن هزار رکپالن کي قتل ڪيو.
سڪندر پرڊيڪاس نالي پنهنجي هڪ سيناپتيءَ کي ٻئي شهر
هٿ ڪرڻ لاءِ موڪليو، جتي هن وڃي ڏٺو ته اتجا ماڻهو شهر
ڇڏي ويا آهن. انهن شهرواسين جهنگلن ۾ پناهه وڃي ورتي پر
انهيءَ هوندي به هو گريڪ سپاهين جي سنگينن کان بچي ڪين
سگهيا. انهيءَ بعد مالو ڪمتري جي اوقت راوي نديءَ جي
پاسي ڏانهن پناهه وٺي رهيا هئا، انهن تي گريڪ فوج حملو
ڪيو. ونسنٽ سمٿ چوي ٿو ته اهي زمين جي حصي تي هن وقت
پنجاب جو مانٽگومري ضلع آهي. جنهن شهر ۾ مالو ڪمتري
اچي گڏ ٿيا هئا، گريڪ اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته انهيءَ شهر
کي سڪندر بارود جون سرنگهون هڻي ۽ ڏاڪڻين جي وسيلي
قلعي تي چڙهي هٿ ڪيو. انهن اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته
انهي قلعي جي ڀت تي سڀ کان اڳ ۾ سڪندر ڏاڪڻ رکي
چڙهيو. جيتوڻيڪ اهو ننڍو شهر مالو ڪمترين بلڪل چڱيءَ ريت
سنڀاليو، پر انهيءَ هوندي به اهو شهر گريڪن جي هٿن ۾ اچي
ويو. ليڪن جو چوڻ آهي ته انهيءَ ننڍي شهر ۾ اٽڪل پنج
هزار مالو ڪم اچي ويا. چاڻاڪ ته مالو ڪمتري موت يا فتح
کانسواءِ جنگ جي ميدان مان واپس ڪين موٽندا هئا، انهيءَ
ڪري سڪندر انهن کي پنهنجو باندي بڻائي ڪين سگهيو.

هاڻي چوطرف کان سڪندر جي فوج مالون کي ورائي ويئي. اهڙيءَ ڪري هُن وري راوي ندي پار ڪري پنجاهه هزار ماڻهن سان پنهنجي ٻئي هڪ مضبوط قلعبند شهر جي حفاظت ڪئي. ولسينٽ اسمٿ جو چوڻ آهي ته اهو مضبوط قلعو جهنگ ۽ مانٽگومري ضلعي جي سرحد وٽ هو ۽ هاڙوڪي ملتان کان ٨٠- ٩٠- ميل اتر اوڀر هو. هاڙوڪن ڪن اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته اهو مِلتان جو قلعو هو ۽ جنهنکي اڳ قسم مولستان پور سڏيو ٿي ويو[1]. اسٽاربو جو چوڻ آهي ته اهو شهر بلڪل ننڍو هو. راورٽي ٻه اهڙيءَ ڳالهه جي خلاف راءِ ٿو ڏئي ۽ چوي ٿو ته اهو شهر ملتان نه هو[2]. منهنجي رائي موجب اهو شهر ملتان ئي هو ۽ ڇاڪاڻ ته مالو ڪمتري آخرين ملتان کي پنهنجو مرڪز بڻائي سڪندر جي سامهون ٿيا. اهڙيءَ کان سواءِ جهڪي ڳالهيون ظاهر ڪيون ويئون آهن، سي ملتان سان ئي گهڻو سمبنڌ رکن ٿيون.

گريڪ اتهاسڪار ملتان جي لڙائيءَ جو نهايت فزيدار احوال لکيو آهي ۽ ڏيکاريو آهي ته سڪندر ڪهڙيءَ ريت پنهنجو سر ٿريءَ تي رکي ملتان جو قلعو هٿ ڪيو ۽ قسمت سان مالو ويون جي هٿان موت جي شڪنجي کان بچي ويو. ايرين جو چوڻ آهي ته ٽالمي جو خود سڪندر سان گڏجي هندستان ۾ آيو، تنهن ملتان جي لڙائيءَ جو جهڪو بيان ڪيو آهي، اهڙيءَ بيان جي آڌار تي ئي مان اهڙيءَ لڙائيءَ جي تصوير ٿو چٽيان. پر ولسينٽ اسمٿ جو چوڻ آهي ته ٽالمي، سڪندر سان گڏجي هندستان ۾ ڪون آيو هو[3]. هاڻي جهڪڏهن ڊاڪٽر اسمٿ جي راءِ کي

1 Beal:- Hiuen Tsiang, ii, 274
2 Raverty:- Mihran of Sind P 364
3 V. A. Smith:- Early History of India P 100

وڏن ڏنو وڃي ته يوءِ جن گريڪ اتهاسڪارن، ٽالميءَ جي بيان جي آڌار تي سڪندر جي ڪاٺ لسبيلا وٽي ڪپوڙا هڻڻ ۽ قماسي گهوڙا ڊوڙائڻ شروع ڪيا آهن. اهي سڀ ڪوڙا ثابت ٿيا آهن. ڪمڻن ته سڪندر جي ويرنا لسبيلا پڄر جي ليکڪن جهڪي دکهوون ڳالهيون لکيون آهن، انهن کي گهٽو وزن ڏيڻ ته گهرجي جاڪاڻ ته انهن جو بنياد فقط ڪن پڌل ڳالهين تي آهي.

گريڪ ليکڪن جو چوڻ آهي ته ملتان شهر تي قبضي ڪرڻ ڪاڻ سڪندر قلع تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هو پاڻ سان ٿي ساٿي وٺي پنهنجن ساٿين کان ڏاڪڻ ڦري قلعه جي پٽ تي چڙهي ويو. سڪندر کي قلعه جي پٽ تي ٻنل ڏسي مالو سپنا هڪي پنهنجي شڪار جو نشان بڻايو. سڪندر جو هڪ ساٿي انهيءَ وچ سرڳ ڏانهن روانو ٿيو. انهي سڪندر ٽپ ڏيئي قلعه جي پٽ کان هيٺ لهي پيو ۽ هڪ وڻ کي پٺ ڏيئي مالون سان مقابلو ڪرڻ لڳو. هن پنهنجي تلوار سان ملتان جي گورنر کي ماري ڇڏيو.

پنهنجي اڳواڻ کي مئل ڏسي مالو سپنا ڀاڄ ٿي ٿي ڀڳا. ايتري ۾ هڪ تير سڪندر جي زره کي چيري سندس ڇاتيءَ ۾ لڳي ويو ۽ سڪندر زمين تي سڌو ٿي سمهي پيو. سندس ٻاقي ٻچل هڪ ساٿي مئانولس سڪندر جي شاهي ڍال جهلي بيهي رهيو ته متان ٻيو ڪو تير يا هٿيار سندس ڪم خلاص ڪري ڇڏي.

همڏانهن پنهنجي بادشاه کي فقط ٻن ٽن ساٿين سان قلعه ۾ ويل ڏسي گريڪ سپاهي به بي آرام ٿيڻ لڳا. جڏهن ڏاڪڻ تي چڙهي سڪندر قلعه اندر گهڙيو هو، اها ڏاڪڻ ٽڪر ٽڪر ٿي چڪي هئي. ليڪ ڪنهن ته ڪنهن عملي سان کي جوڙي

سپاهي قلعي جي ڪچين ڀتين تي چڙهي ويا[1]. ڪي سپاهي قلعي جي ڦاٽڪ کان ٻه لنگهي اندر داخل ٿيا ۽ انهن جي وقتي مدد سڪندر جي حياتي بچائي ڇڏي، جو تير لڳڻ کان ڪجهه وقت بيهوش ٿي ويو هو.

هڪدم سڪندر جي بدن مان تير ڪڍيو ويو، پر سندس بدن مان خون ريلا ڪري وهڻ لڳو جنهن ڪري هن جي موت جو امڪان ٿي پيو. پر سڪندر جو سگهارو بدن بيحد خون ڇڏيندي به موت جو شڪار نه ٿي سگهيو. پڇمي ليکڪن جو چوڻ آهي ته پنهنجي بادشاهه جي هيءَ درگتي ٿيل ڏسي گريڪ فوج متوالن جيان شهرواسين جي مٿان ڪڙڪي پئي ۽ ٻار ٻڍو ۽ زال جيڪو سندن اڳيان ٿي آيو سو سندن تلوار جو شڪار ٿيندو ٿي ويو.

ڪجهه وقت آرام وٺڻ کان پوءِ سڪندر پنهنجي سيما سان ٻيڙين تي سوار ٿي راوي ۽ جهلم ندين جي سنگم يعني هاڻوڪي بهاولپور رياست جي حد تي پهتو جتي سندس پوري ۽ ٻئي قسم جو لشڪر بيٺو هو.

مالو ڪمترين جي هيءَ حالت ڏسي، پڇمي اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته ڪيد رڪ جاليءَ جا سنڌي سورهيه تراس ٿي ويا. هنن جي دلين تي سڪندر جي دهشت ويهي ويئي ۽ انهيءَ ڪري هنن ڪمترين قيمتي سوکڙين پٺيان ڏيئي سڪندر جي آڻ مڃي ۽ سڪندر به انهن ڏانهن رحم جي نظر سان ڏٺو.

---

[1]. ملتان جي پڪل قلعي کي ڏسڻ مان معلوم ٿيندو ته اهو قلعو ڪچين سرن جو ٺهيل هو، انهيءَ مان ته پڪ آهي ته گريڪ ليکڪن جنهن شهر کي ملتان سمجهڻ کان انڪار ڪيو آهي، سو حقيقت ۾ ملتان ئي هو.

گريڪ اِلهاس ڪارن هن ڳالهه جو ذڪر ڪندي ڏاڍي شد مد سان لکيو آهي ته پراچين اُتر سنڌ ۾ وهندڙ ڪمد رڪ جاتي (جنهن کي هو Oxydrakai جي نالي سان سڏين ٿا) جا اٽڪل هڪ سو ايلچي سڪندر جي شهوا ۾ حاضر ٿيا. انهن جا جسم بلڪل قداور هئا جن تي ڪمترو سون پيل هو ۽ خود رٿن تي سوار هئا. انهن هڪ سو سنڌي ايلچين سڪندر جي اڳيان جهڪي سوکڙيون رکيون انهن ۾ ١٠٣٠ چئن گهوڙن وارا رٿ هئا، هڪ هزار ڍالون هيون جي سڀ هندستان ۾ ٺهيل هيون. ڪمترو ڪپڙي جو سامان، ڪيڙنءَ جي کل مان ٺهيل سهڻيون شيون ۽ شينهن ٺوڙي چيتن جون کلون به هيون. انهن سوکڙين سان گڏ ٿي سو گهوڙيسوار به هئا[1]. اهو رايو ڪرٽيس جو آهي. پر ايرين جو چوڻ آهي ته سڪندر کي فقط پنجه سو رٿ سوکڙي طور ڏنا ويا. گريڪ اِلهاس ڪارن هن هنڌ سڪندر جي اڳيان سوکڙي طور سنڌ واسين جي ڏنل ڪپڙي لسبت ڪي عجيب اکر ڪتب آندا آهن، جن مان معلوم ٿو ٿئي ته سڪندر کي ڪيد رڪ سنڌواسين جهڪي ڪپڙي مان شيون ڏنيون اهو ڪپڙو ڪپهه يا سڻي مان نه، بلڪ ڪنهن اَلسي يا اَلسي نالي پدارٿ مان ٺهيل هو.

پروفيسر جوڳيشچندر راءِ "جرنل آف بنگال اورئينٽل ريسرچ" نالي اخبار ۾ هڪ ليک لکيو آهي ته "هندستان ۾ ارٿ شاستر جي سمي (چندر گپت جي زماني) کان کي صديون اڳ ۽ پوءِ اَلسي يا اَلسي نالي هڪ سلي مان ڪپڙو ٺاهيو ويندو هو، جنهن کالپوءِ ڪپهه ۽ سڻيءَ جو ڪپڙو ٺهڻ لڳو...... پراچين سمي ۾

1 Curtius "Historiae (Ghap xxii and xxiv of Delphin Edition)

سُٽيءَ کي ڪِهما ۽ سلهڻ سنگهڻ ڪپڙي کي ڏڪول سڏيو ويندو هو[1]. ڪچونءَ جي ڪل مان شين ٺاهڻ جو هنر هندستان ۾ بلڪل آڳاٽي سمي کان هلندو ٿو اچي. پيريپلس جو چوڻ آهي ته عيسوي پهرين صديءَ ۾ به انهيءَ ڪل مان ڪيتريون شيون ٺاهيون وينديون هيون[2]. ڪمر، هن مختصر بيان مان پراچين سنڌ جي هنر ۽ ڪاريگريءَ جي ٿوري گهڻي سڌ پوي ٿي.

سڪندر پراچين سنڌ جي الر وارو پاڳو فتح ڪري فلپس نالي هڪ گريڪ سپهساليءَ کي ان جي مٿان گورنر مقرر ڪيو ۽ پاڻ پنهنجي فوج سان انهيءَ طرف وڌڻ لڳو جتي چناب، راوي، جهلم ۽ بياس ندي، اسانجي سنڌو نديءَ سان اچي ٿيون گڏ ٿين. پڇمي ليکڪن جو چوڻ آهي ته انهيءَ سمي ۾ سنڌ پراڻي جي ٻي ندي جنهنکي مون سرسوتيءَ جي نالي سان لکيو آهي، سو پڇم جي ليکڪن ۽ مسلمان تواريخ نويسن هڪڙا يا وهمند جي نالي سان سڏيو آهي، سا ان وقت موجود هئي.

گهڻيءَ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ تي به نه مولکي ۽ نه پڻ ڪنهن الهاس ليکڪ کي اها سڌ ٿي پوي ته سڪندر جي سمي ۾ ڪوڙي هند تي پنجاب جون سڀ نديون اسانجي سنڌو نديءَ سان اچي گڏيون هيون. هان، باقي جنهن وقت عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي تنهن وقت اهي نديون هاڻوڪي بهاولپور رياست جي ڏوش-اي-آب يعني پاڻيءَ جي ملاپ واري هند تي اچي ٿي گڏيون[3]. مسٽر راورٽيءَ جو چوڻ آهي ته اهي نديون پـڪلا يا پاڪلا نالي

---

1 J- B. O. Res. Soc; vol iii June 1917 "Textile Industry of Ancient India

2 Periplus:- Indian Antiquary viii,

3 Raverty- Mihran of Sind P. 473

جڳهه تي گڏ ٿي ٿيون. مشهور گريڪ اتهاس ڪار ايرين به ندين جي ملڻ سنگم جو پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي[1]. مٿي جنهن فلپس گورنر جو ذڪر ڪيو ويو آهي ان جي علائقي جي ڏکڻ جي حد اُهيءَ هنڌ هئي جتي پنجاب جون نديون اچي ٿيون سنڌو نديءَ سان گڏجن. هنکي راڄ جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ ڪيترو اهڪر به ڏنو ويو هو. اُهيءَ ساڳئي وقت تي سڪندر پنهنجي سهري آڪسرٽس کي ڪابل جي پرڳڻي جو گورنر مقرر ڪري موڪليو.

سڪندر پنجاب ۽ سنڌو نديءَ جي سنگم وٽ هڪ شهر اڏايو. اتي جهازن ۽ ٻيڙين جي ٺهڻ لاءِ ڊاڪ يارڊ به ٺهرايا. سڪندر کي وشواس هو ته اهو شهر واپار ۾ جلد وڌندو ۽ ويجهندو. اُهيءَ ڪالهوءَ ايرين جو لکڻ آهي ته سنڌ جي اتر ۾ رهندڙ امبسٽ Abastonoi، کتري Oxothroi ۽ اڪسواڪ Ossadioi جاتيءَ جي سنڌواسين سڪندر جي آڏ مڃي ۽ هنکي ڪيترا ٻيڙا ۽ ٻيڙيون ڀيٽ ڏنيون.

هن وقت تائين سينا پتي ڪريٽراس، جو پنجاب جي ندين جو ڪنهن وقت ايرندو ڪنهن وقت الهندو ڪنارو ڏيندو پئي آيو، اتي سڪندر سنڌو نديءَ جي ايرندي واري طرف روانو ٿيو جنهن حصي ۾ گريڪ اتهاس ڪارن جي چوڻ موجب اهڙا سرويچ ماڻهو نه رهندا هئا، جهڙا سنڌو نديءَ جي الهندي ڪپ تي رهندا هئا.

سڪندر فيصلو ڪيو ته مان سنڌ جي ايماني ۽ زبردست راجا موڪمراج، (جنهن کي ايرين ۽ ٻين گريڪ اتهاس ڪارن Mousikanos جي نالي سان لکيو آهي،) تي اوچتي ڪاهه

2 Arrian- The Anabasis of Alexander vi. P. 14

ڪري ان جو ڪنڌ هيٺ ڪريان؛ چاڪاڻ ته سنڌ جي هن
چڪرورتي راجا سڪندر لئي ڪا به ڦلڪ نه آندي. هن سمجهيو
ته هڪ خسيس بادشاهه چڙهائي ڪري آيو آهي جنهن کي مان
ميدان جنگ ۾ ماري ماس ڪندس. سڪندر هن وقت تائين
ڪن سنڌي قومن کي ماري مڃايو؛ ڪن هراس وچان سندس
غلامي قبول ڪئي، ليڪن سنڌ جي راجا کي مغرور ڏسي ٻنا
چتاءَ جي مٿس حملو ڪري هٿ ڪرڻ جو ارادو ڪيو. پڇمي
اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته سنڌ جي هن چڪرورتي راجا جي
راڄڌاني سنڌ جي پراچين الور شهر ۾ هئي. انهن اتهاسڪارن جو
اهو به چوڻ آهي ته هتي جي سنڌواسين کي ڏسي گريڪ سپاهي
حيران ٿي ويا. اهي سنڌواسي سوا سو ٻلڪ ان کان به وڌيڪ
ورهين تائين جيئرا رهندا هئا. انهن جو قد ڪاٺ، سونهن ۽
تندرستي حيرت انگيز هئي. جيتوڻيڪ سنڌ ۾ ان وقت سون ۽
چانديءَ جون کاڻيون هيون، ته به هتيجا رهواسي اهي ڌاتو ڪم
نه آڻيندا هئا. هندستان جي ٻين پراڻتن وانگر سنڌ ۾ ان وقت
غلامن جي رسم چالو نه هئي. گريڪ اتهاسڪارن اهو به ٻڌايو
آهي ته سڪندر جي سمي جا سنڌواسي وگيان ڪين پڙهندا
هئا؛ باقي حڪمت جي وديا ڏانهن سندن چڱو لاڙو هو. هنن ۾
ڪو به ديواني قانون چالو نه هو. سرڪاري ڪورٽن ۾ ڪيول
خون ۽ ٻين اهڙن خوفناڪ ڏوهن لئي فيصلا ڏنا ويندا
هئا[1].

پر سڀ اتهاسڪار اسٽرابو جو چوڻ آهي ته هرويرو اهو
سچ نه آهي ته هندستان جي سڀني پراڻتن ۾ غلامن رکڻ جي رسم
چالو نه هئي. هو ميگسٿنيز صاف لکي ٿو ته دنيا ۾ هندستان ئي

1 Starbo- xv P. 34-54

اهڙو ديس هو جتي سڀ ماڻهو آزاد هئا ۽ ڪنهن به پرائي جو غلام موجود نه هو[1].

الور جو مهاراجا سڪندر کي اوچتو پنهنجي مٿان ڪڙڪمل ڏسي گهٻرائجي ويو. هي پهريون دفعو هو جڏهن سڪندر سنڌ واسي سوروين تي، کنترين جي رسم خلاف اوچتو ئي اوچتو بي خبري ۾ حملو ڪري ثابت ڪيو ته ڇپر جي وڏن وڏن بهادرن ۾ به جنگ جي مرجادا موجود نه آهي. مهاراجا موڪراج پنهنجي فوج سان اڳتي وڌي لنهن ڪان اڳ. سڪندر جي سمها سندس سرحد ۾ لنگهي آئي. ڪريڪ الهاسڪارن جو لکڻ آهي ته لاچار الور جو مهاراجا پاڻ سان ڪنترين ئي ٻها سوکڙيون ۽ ڇوليد هاٿي وٺي سڪندر جي اڳيان آيو. سدا جيان سڪندر هن سنڌ جي چڪرورتي راجا کي ڪٽي گلي سان لڳايو ۽ سندس ويرتا ۽ گڻن جي ساراه ڪئي. سڪندر الور جي مهاراجا کي سنڌ جو چڪرورتي راجا پڻ تسليم ڪيو.

هيڏانهن پنهنجي راجا کي بزدل ماڻهن جيان هڪ ڌارئي بادشاهه اڳيان سر جهڪائيندو ڏسي سنڌ جي براهمڻن ۽ کنترين ۾ جوش جي لهر پيدا ٿي. براهمڻ پنهنجن گهرن مان نڪري گهوٽ گهوٽ ۽ شهر شهر ۾ وڃي ڪمزور ماڻهن کي ڌارين جي خلاف جوش ڏيارڻ لڳا ۽ جنهن ڪري الور جي مهاراجا هڪدم سڪندر جي خلاف ميان مان تلوار ڪڍي ديس جي سوتنترتا جو جهنڊو بلند ڪيو.

سڪندر کي جنهن ويل خبر پهتي ته سنڌ جي ايمالي راجا موڪراج سندس سامهون سمجهو سهپر ڪيو آهي ۽ هنجي بغاوت لاءِ خاص ڪري سنڌ جا براهمڻ، جوابدار آهن ۽ تنهن ويل هن

1 Arrian:- ch 10 Anabasis of Alexander

پنهنجي گريڪ سمعا کي سنڌ جي براهمڻن کي چونڊي قتل ڪرڻ
جو حڪم ڏنو. پلوٽارڪ جو لکڻ آهي ته هماري سڪندر
ڪيترن ودوان فيلسوف براهمڻن کي جهل ۾ وڌو ۽ آخر انهن
کي ديش ڀڳتيءَ جي ڏوهه ۾ ڦاسيءَ جون سزائون ڏنيون[1].
ڀاڳوان آهن اهي براهمڻ جن پنهنجي ديش مٿان مهڪندي
مهڪندي ساهه صدقي ڪيو. مگر جيڪي يوني اتهاسڪار
سڪندر جي سخاوت جون سڪون پڙهندي ٿڪا ٿڪجن، انهن
کي لاچار ٿي سڪندر جي هن ڪڌي ڪرتوت لئي لعنت ۽
ڦٽڪار جو قلم واهڻو پوندو. سنڌ جي اتهاس ۾ هيءُ پهريون
موقعو هو جڏهن سنڌ لئي ڌارين حملو ڪيو ۽ ڌارين جي
غلاميءَ کي برداشت ڪرڻ بدران ٻين سهڻي جانين کان اڳ سنڌ
جي براهمڻن پنهنجي جان جي قرباني ڏني، ڀارت ورش جي اتهاس
۾ پنهنجو نالو امر ڪيو. سنڌ جي براهمڻن کي سچ پچ پنهنجن
انهن وڏن لاءِ ايترو فخر ته هئڻ گهرجي جن سنڌو نديءَ جي
ڪناري تي ويهي گيان ۽ وگيان جون ڌارائون وهايون، بلڪ
ڪن انهن ابن تي ايمان هئڻ گهرجي جن پنهنجي خون جي هڪ
هڪ بوند ديش جي سوتنترتا مٿان بلدان ڪئي.

پلوٽارڪ پنهنجي ڪتاب جي ٦٤ اڌياءَ ۾ سنڌ جي براهمڻن
نسبت هڪ بي عجب ۽ خوشي ڏيندڙ ڳالهه جو ذڪر ڪيو آهي
ته:- ”سڪندر ڪن ودوان پنڊتن کي قيد ڪيو جن سنڌ جي
اوله واري هڪ پهاڙي راجا ”سواس“ (Sabbas) کي سڪندر
جي خلاف ڪڙو ڪيو. سڪندر ٻڌو هو ته سنڌ جا اهي ودوان
پنڊت سڀ دنيا ۾ لاثاني حاضر جواب آهن ۽ مشڪل ۾ مشڪل
سوالن جا جواب اک ڇنڀ ۾ ٿا ڏين. انهيءَ لئي سڪندر انهن

1 Plutarch's Lives P 844

روانا ٿيڻ کان اڳ انهن گرفتار ڪيل براهمڻن کي گهرائي چيو ته اوهان مان جيڪو ودوان پڇيل سوال جو اڻ پورو يا غير مڪمل جواب ڏيندو انکي اڳ قتل ڪيو ويندو ۽ اهڙيءَ ريت سلسليوار سٺي جواب ڏيندڙ کي سڀني کانپوءِ ڦاسي ڏني ويندي. سوالن جي جوابن ٻڌڻ ۽ انهن جي پرکيا وٺڻ لاءِ ٻنهين جي هڪ ڪميٽي ويهاري وئي ۽ انکان پوءِ هيٺئين نموني سان سوال پڇيا ويا:-

هڪ کان- دنيا ۾ مئل ماڻهو گهڻا آهن ڪي جيئرا؟

جواب- جيئرا، انهيءَ ڪري چاڪاڻ ته مئل ماڻهو موجود ئي ڪين آهن.

ٻئي کان- سڀني کان وڏا جيو جنتو پاڻيءَ ۾ آهن ڪي سڪي زمين تي؟

جواب- زمين تي، چاڪاڻ ته پاڻي به زمين تي بيٺل آهي.

ٽئين کان- سڀني کان عقلمند حيوان ڪير آهي؟

جواب- اهو حيوان جنهن کي انسان اڃان سڃاڻي يا ڳولي نه سگهيو آهي.

چوٿين کان- توهان پنهنجي سواس راجا کي سڪندر جي خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ڇو ڪڙو ڪيو؟

جواب- انهيءَ لاءِ ته جيئرو رهي ته عزت سان، نه ته عزت سان سر قربان ڪري هن دنيا مان هليو وڃي.

پنجين کان- سڀ کان اڳ ڏينهن ٿيو ڪي رات؟

جواب- ڏينهن؛ پر اهو ڏينهن رات کان فقط هڪ ڏينهن اڳ پيدا ٿيو.

ههڙو جواب ٻڌي سڪندر جون واڇون ٽڙي ويون. هو واڳن والکر سنڌ جي قيدي براهمڻن ڏانهن نهارڻ لڳو. انهيءَ

تي براهمڻ کيس چيو ته سڪندر! عجيب سوالن جا جواب به
عجيب ٿيندا آهن.

ڇهون ڪان - ماڻهو ڪيئن پاڻکي سڀني جو سچو ٿانهه
ڪري ٿو سگهي؟

جواب - طاقتمند هوندي به نهٺائيءَ ۽ نماڻائيءَ سان.

ستون ڪان - ماڻهو ڪهڙيءَ ريت ديوتا ٿي سگهي ٿو؟

جواب - اهڙا ڪم ڪري جي انسان لاءِ ناممڪن هجن.

اٺون ڪان - حياتي وڌيڪ طاقتمند آهي ڪين موت؟

جواب - حياتيءَ ڇاڪاڻ ته اها هر طرح جي مصيبتن سهڻ
جي طاقت موجود آهي.

نائون ڪان - ماڻهوءَ کي ڪيستائين جيئرو رهڻ گهرجي؟

جواب - اوستائين جيستائين هو موت کي حياتيءَ کان وڌيڪ
اهم نه سمجهي.

جواب ٻڌندي سڪندر دنگ رهجي ويو. ٻيا هن وقت
تائين سنڌ سان لاڳاپو رکيو اوله جي ايران وغيره ملڪن سان پيو هو.
کيس اها ڪل ٿي ڪا نه هئي ته ايشور هندستان ۽ سنڌ ۾ اهي
ودوان پيدا ڪيا آهن جن پنهنجي ويد گيان سان سنسار کي
حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. ٿيڻ سڪندر لاچار ٿي سنڌ جي انهن
ٿورن ڏهڪدي براهمڻ کي انعام ڏيئي ڇڏي ڏنو.

ساڳيو ليکڪ پلوٽارڪ پنهنجي ڪتاب جي ٦٥ اڌياءَ ۾
لکي ٿو ته سڪندر 'ونسڪريٽس' نالي پنهنجي ماڻهوءَ کي
موڪليو ته هندستان جي ڪن پنڊتن کي گريس هلڻ لاءِ تيار
ڪري. انهيءَ گريڪ سمداپتيءَ 'ڪالانوس ۽ ڊنڊمس (ڊنڊي
سواميءَ) کي هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته اوهين سڪندر سان
گڏجي سنڌ ملڪ ڏانهن وڃو. انهن ساڌن ٻنهي ڄڻن انڪار
ڪيو پر پوءِ ٽڪسيلا جي راجا آنڀيءَ جي چوڻ تي ڪالانوس

سڪندر سان گڏجي هلڻ لاءِ تيار ٿيو. هنجو اصل نالو پلوٽارڪ
اسپنس لکيو آهي. اُهيءَ ساڌوءَ سڪندر وٽ ايهڙي شرط
هڪ وڏي کل گهرائي. هن کل جي هڪ ڪنڊ تي پير رکيو ته
باقي ٻيا ٽي پاسا مٿي ڪڙا ٿي پيا. ٻيءَ ڪنڊ تي پير رکيائين،
ته باقي ٽي ڪنڊون مٿي ڪڙيون ٿي پيون. ليڪن جڏهن اهو
ساڌو کل جي وچ تي ٿي بيٺو تڏهن اها کل جيئن جو تيئن هڪ
هنڌ بيٺي رهي. اُهيءَ ڪرامت جي رستي ان سنڌ جي اُهيءَ
ساڌوءَ، سڪندر کي اهو اپديش ڏنو ته گهرجي ته هو پنهنجيءَ
راڄڌانيءَ ۾ ويهي ڇڏيءَ ريس لياءِ سان راڄ ڪري، اڳي
هيڏانهن هوڏانهن دنيا جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ ڀٽڪندو وتي.

ڊيوڊورس لکي ٿو ته (ڪتاب ١٧ اڌياءِ ١٠٧) سڪندر
ڪلانوس کي پاڻ سان وٺي ويو. جنهن وقت هو ايران جي
سوشيانا پرانت جي سرحد تي پهتو تنهن وقت هن ساڌوءَ هڪ عجيب
نموني سان پنهنجو موت آندو! هن جي عمر ٧٣ سال هئي ۽ آخر
تائين هو آنند سان رهيو هو. هاڻي هو پنهنجيءَ حياتيءَ کي بار
سمجهڻ لڳو. هن سڪندر کي چيو ته هڪ وڏي چِکا تيار
ڪئي وڃي جنهن ۾ هو ڀسم ٿيندو. سڪندر پهريائين ته اُهيءَ
ڳالهه کي قبول نه ڪيو، پر پوءِ تنهن قبول ڪيائين. هڪ
وڏي چکا تيار ڪئي ويئي. اُهيءَ غير معمولي ڳالهه کي ڏسڻ
لاءِ هزارين ماڻهو اچي گڏ ٿيا. ڪلانوس نهايت گنڀيرتا سان
اکيون بند ڪري پاڻکي ٻرندڙ چکا ۾ ڀسم ڪري ڇڏيو.
سڪندر کي هن تي ڏاڍو قرب هو. ڪن ودوانن جو چوڻ
آهي ته سڪندر جنهن وقت هندستان ڏانهن ڪاهه ڪرڻ لاءِ
روانو ٿي ٿيو تنهن وقت سندس گيان گرو ارسٽاٽل (ارسطوءَ)
کيس چيو هو ته هندستان کان ڪنهن ودوان کي گريس ۾ وٺي
اچج، جو اچي هتي جي ماڻهن کي آتم گيان ڏئي.

براهمڻن جي پکڙيل باه ڏسي سڪندر، بهاولپور، ملتان ۽ الور جي مغان مقرر ڪمل گورلر پيٿان Peithan کي وڏي لشڪر مان اهن کي دبائڻ لاءِ روانو ڪيو[1]. گريڪ اتهاسڪارن جو چوڻ آهي تہ سڄيءَ سنڌ جي مغان مقرر ڪمل گورلر پيٿان کي روانو ڪري خود سڪندر ڪن وڏن شهرن تي ڪاهي پيو؛ جن مان ڪي شهر تہ بنهہ نابود ڪيا ويا ۽ ڪن کي سڪندر جي فوج وچي هٿ ڪيو.

هتي ياد رکڻ گهرجي تہ گريڪ اتهاسڪار، جنهن وقت ڪن شهرن جي نابودگيءَ جو ذڪر ٿا ڪن، تنهن وقت انهيءَ جو اهو مطلب آهي تہ انهن شهرن جي رهواسين جمري سڪندر جي غلامي قبول نہ ڪئي. هو يا تہ مالر پوميءَ لاءِ لڙندي لڙندي ميدان جنگ ۾ ڪم آيا، يا تہ ماڳهين پيو ڪو چارو نہ ڏسي وطن جا وڻ ڇڏي ويا ۽ پر سڪندر جي جهنڊي هيٺ رهڻ هنن قبول نہ ڪيو. نہ تہ ڪن شهرن تي قبضو ڪرڻ ۽ ڪن کي بنهہ نابود ڪرڻ جي ٻي ڪا بہ معنيٰ ٿي نٿي سگهي.

گريڪ اتهاسڪارن جو چوڻ آهي تہ گريڪ سينا پتي پيٿان الور جي مهاراجا موڪيواجہ کي جنگ ۾ ساندي ٻڌايو؛ جنهنکي ڪمترن براهمڻن سان گڏ سڪندر جي آڳيا سان ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويو[2]. انهيءَ ڪانپوءِ سڪندر سنڌ جي ٻي ڪمتري جاتي تي اوچتو حملو ڪيو. گريڪ اتهاسڪارن انکي Oxykanos جي نالي سان سڏيو آهي. ڪرينٽس جو چوڻ آهي تہ هن جاتيءَ جي راڄ ۾ رهندڙ ڪن ماڻهن کي موسيڪني Musicani (موچڪوڙ) چوندا هئا. Oxykanos کي پورٽيڪمس Porticamns ۽ رعيت کي پريستي Praesti (پرستي) چوندا هئا. گريڪ

1 Ante P 104 note 1

2 Mc Crindle "Invasion of India"

الهاسڪار جي چوڻ موجب آڪسيڊر ڪاٿي جاليءَ کي قتل ڪيو ويو. گريڪ سپاهين سنڌ واسي سمبا سان پنهنجون ڏهري تلوارن سان مقابلو ڪيو. پر ڪن الهاسڪارن جو چوڻ آهي ته هن سنڌي جاليءَ کي بالدي بڻايو ويو. هنجي ان مکيه شهرن کي ٻيهه لاهوڊ ڪيو ويو ۽ الهيءَ ڪري باقي بيا شهر پاڻهي اچي پيش پيا.

هڪ ٻي سنڌي جالي، جنهنکي گريڪ الهاسڪارن سنمباس Sambos (سوامس) جي نالي سان ياد ڪيو آهي ۽ جنهنجي راڄڌاني‌ءَ کي سنڌيمنا Sindhimana ڪري سڏيو آهي. ان جالي لسبسالهن جو چوڻ آهي ته خوف وچان بنا مقابلي وڃي پيئي ۽ آخر آڻ مڃائين. ڪن الهاسڪارن جو چوڻ آهي ته اهو سنڌيمنا شهر اڄ ڪلهه جو سيوهڻ آهي. پر الهيءَ لاءِ ڪافي ثابتيون مسر ڪين ٿيون ٿي سگهن. هان سيوهڻ ۽ سنڌيمنا اکر جو پهريون اکر بيشڪ هڪجهڙو آهي. پر فقط الهيءَ سبب ڪري سنڌيمنا ۽ سيوهڻ کي هڪ سمجهڻ درست نه ٿيندو. منهنجي نظر ۾ اهو سنڌيمنا شهر سنڌو نديءَ جي اوڀر طرف هالڪوڪي نواب شاه ضلع ۾ ڪنهن هنڌ هوندو. هان، اهو به ممڪن آهي ته سيوهڻ جو شهر سڪندر جي سمي ۾ اڄ ڪلهه والگر درياه جي اوله بدران اوڀر ۾ هجي. خير سنڌيمنا جي راجا يا ڪمتر ان سڪندر اڳيان سر جهڪايو ۽ سڪندر هن هنڌ وري پنهنجي سچي صورت ڏيکاري- يعني جڏڪي براهمڻ ڪمس ساموهون نظر ٿي آيا تنکي تلوار جي گهاٽ ۾ بلمدان ڏيندو ٿي ويو. الهاسڪارن جو رايو آهي ته فقط هالڪوڪي سنڌ جي حد ۾ سڪندر اٽڪل اسي هزار سنڌ واسين کي قتل ڪيو يا ڦاسيءَ تي چاڙهيو ۽ ايتري الداز کي ٿي غلام بڻائي پاڻ سان وٺي ويو!!!

الور جي چڪرورتي مهاراجا موڪمراجه ڪالپوءِ ڏکڻ سنڌ جو بيو مکيه راجا هو جنهنکي گريڪن پٽالمني Patalene سڏيو آهي،

چاڪاڻ ته سندس راڄڌاني پٽال شهر هو. هو سڪندر جي
لشڪر ۾ لنگهي آيو ۽ اچي هن جي آڏ ميائين. هتي ياد رکڻ
گهرجي ته پٽال جي شهر جو جيڪو ذڪر اسانکي ملي ٿو تنهن
مان ثابت آهي ته اهو شهر درياه جي ڪپ ۽ سمنڊ جي ويجهو
هو. ڪن اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته سڪندر جي سمي ۾
هاڻوڪو حيدرآباد جو شهر سمنڊ جي ويجهو ۽ درياه جي ڪپ
تي هو، اتهاس ڪري هن کي پٽال شهر سڏيو ٿي
ويو، جو گهڻو پوءِ نيرون ڪوٽ يا نارائڻ ڪوٽ جي نالي سان
پرسڌ ٿيو. سڪندر هن راجا جي وينتي قبول ڪئي. هنکي
حڪم ڏنو ويو ته نون سڪندر جي اسهڻ جي آجيان جون
تياريون ڪر.

ٺيڪ اهيءَ وقت سڪندر جي سڀ کان وڌيڪ وشواس پاتر
سينا پتي ڪريٽراس کي حڪم ٿيو ته آرچوسيا Arachosia يعني
قنڌار ۽ ڊرونگيانا Drongiana يعني سيوهڻ جي رستي، مان لنگهي
ڪرمينيا ڏانهن روانو ٿئي. ڪريٽراس کي طرح طرح جي سينا
ڏني ويئي ۽ ٻلڪ کي اهڙا به سپاهي ڏنا ويا جيڪي وڌيڪ
وڙهڻ لائق نه هئا. هن فوج سان کي هاٿي به هئا.

سڪندر شخصي ريت ٻيڙي فوج کي پنهنجي هٿ ۾ رکيو.
باقي سڄي سينا جو نائڪ هيفئسٽن Hephaistion مقرر ڪيو
ويو. هو سنڌو نديءَ جي اوڀر وارو ڪنارو ڏيئي هلڻ لڳو.
ڪريٽراس، جنهنکي اڳ سنڌ ۾ درياه جي اولهه پاسي ڏانهن
بدلي ڪيو ويو هو، سو درياه پار ڪري وطن ڏانهن رخ رکڻ
لڳو. سيناپتي پٿان کي گهوڙيسوار فوج ڏني ويئي، جنهن
کي مکيه قلع بند شهرن ۾ ڪٽڙي ٿمل بغاوت کي دٻائي امن امان
قائم رکي ۽ آخر پٽال (حيدرآباد) شهر ۾ اچي سڪندر سان گڏجي.
پٽال شهر جنهن هنڌ تي اڏيل هو: اڳي اهميت کي

ڏيان ۾ رکي سڪندر پنھنجي مھا سينا پتي ھفيشن کي حڪم
ڏنو ته اتي شھر ۾ ھڪ وڏو قلعو ٺھرايو وڃي ۽ شھر جي آسپاس
کوه کوٽايا وڃن. ھنجي اھا به مرضي ھئي ته جڏھن ھند سنڌو ندي
مان ٻه ڦاٽ ٿا نڪرن اتي ھڪ سھڻو بندر ٺھرايو وڃي. اتي
مراد سان ئي ھو پنھنجي سر سنڌو ندي جي ٻنھي ڦاٽن جو
سمنڊ تائين ڪنارو جاچيندو رھيو. ھڪ ڦاٽ ھاڙھوڪي ٺٽي شھر
جي ڏکڻ ۾ ٻندرھن ميلن جي مفاصلي تي ديبل بندر وٽ سمنڊ
۾ وڃي ٿي ڇڙيو؛ ۽ ٻيو ڦاٽ وري ھاڙھوڪي امر ڪوٽ طرف
ٿي ويو.

ھتي موڪلي اٿم تو ڏسڻ ۾ اچي ته ٿرپارڪر ضلع جي
ايرندي ڀاري کي سڪندر سنڌو ندي جو ھڪ ڦاٽ سمجھيو
آھي، جو پراچين سمي ۾ ڪنھن وقت ڪڇ جي ڀار ۾ وڃي
پيو. ۽ ٻيو ڦاٽ اھو ساڳيو آھي جيڪو ڪراچي ضلع جي لاڙ
جي ويڙھن مان ٿيندو مغل ٻين وٽ عربي سمنڊ ۾ وڃي ٿي مليو.
مغل ٻين جو اھو شھر آھي جتان بادشاه اڪبر جو سنڌي گورنر
سمنڊ جو ديدار ڪندو ھو. اتي ڪري ئي ھن شھر کي جو
ڪنھن وقت سمنڊ جي ڪناري تي ھو، ٺھنگي مغل ٻين جو
نالو ڏنو ويو. ھي شھر ھاڻي سمنڊ کان گھڻو پري آھي، ڇاڪاڻ
ته گذريل صدين ۾ سمنڊ پٺتي ھٽي ويو آھي.

مان ھن ڀاري ۾ ڇولين ڀاڳي ۾ ھلي وستار سان بيان
ڪندس. باقي سنڌو ندي جي ايرندي وارو ڦاٽ اھو آھي
جنھن لاءِ ته ڪمول گريڪ ھاڪ ٻين اتھاسڪارن به اھي اشارا
ڏنا آھن ته ڪنھن پراچين سمي ۾ سنڌو ندي ڪڇ جي ڀار ۾
وڃي ڇڙندي ھئي. جنھن درياه جي مکيه ڦاٽ کي پراچين
اتھاسڪارن سنڌو ندي سمجھيو آھي، سو اڄڪلھ جو شايد ايرندو
نارو ھجي، لڪي خود وڏو درياه، جو ھاڻي گدو بندر کان

وهي وڃي ٿو عربي سمنڊ ۾ ڇوي؛ جنهن لاءِ ڪٿهن وقت ديول جو بندر هو. ڪرٽيس، سڪندر جي هن دلچسپ مسافريءَ جو چڱو احوال ڏنو آهي. سر ٿامس هربرٽ جو سترهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ آيو، اهو ٻه چوڻ آهي ته سنڌس وقت ۾ ديول بندر ٿي سمنڊ جو ڀريون سنڌي بندر هو. اهو ديول بندر هن وقت ڏسڻ ۾ نٿو اچي. ٻيو ودوان جو چوڻ آهي ته اهو ديول بندر هاڻوڪي ٺٽي جي مقبري وٽ يا اتي ٿورو ڏکڻ اوڀر طرف بگهاڙ واهه جي ويجهو هوندو[1]. ٻيو هيگ جو چوڻ آهي ته ديول بندر ٺٽي کان ڏکڻ اولهه اٽڪل ويهه ميل پري جي هاڻوڪي ڪنڌيءَ وٽ هوندو[2]. منهنجي الومان موجب مسٽر هيگ درست آهي؛ مسٽر راورٽيءَ جو الومان غلط آهي، جو اها ٻه پڪ ٿو ڪري ته سر هربرٽ ڪو ولائت مان ايندي اول ديول Diul بندر ٿي لٿو. حقيقت ۾ هو سورت Swellay جي بندر تي لٿو هو[3].

گريڪ اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته سڪندر پنهنجي سينا سان جڏهن ديول بندر وٽ آيو، تڏهن سنڌس سپاهي عربي سمنڊ جي دهشت ڏسي ڏڪي ويا. پلا هنن ويچارن ساڻتهڪو ٻولوچ سمنڊ ڏٺو هو، ڪمن عربي سمنڊ جي ڪرڙي لظر جي سمڪ ٿي ڪاڻ هئي. ٻو لمث ڪن ڪمز ٻوڙن ۽ غوراٻن ۾ چڙهي سڪندر ڪلفي عربي سمنڊ تي اچي پهتو. اتان موٽي سڪندر اچي ڏٺو ته پتال ۾ سنڌس چالو ڪمل ڪم گهٽي قدر واس ٿي چڪو آهي. اتيءَ بعد هن درياه وڏي جي اڀرندي ڦاٽ جي چوڙ ڏانهن رخ رکيو.

1 Raverty-" Mihran of Sind" P.327-32
2 Holdich-"Gates of India" P. 310
3 Travels, Ed. 1677 P 42

ڪن اتهاسڪارن جو اهو انومان آهي ته سنڌو نديءَ جو
اڀرندو ڦاٽ هاڙهوڪو اڀرندو نارو آهي جو هاڪڙي ناري ۽ ويڙهن
۾ وهي ٿو. اهو انومان انهيءَ ڪري ڪيو ويو آهي جو قلمي لاڙ ۽
ته ڪڇ طرف وڃي ٿي چڙهي. اهو ممڪن آهي ته هن واٽي
قلمي سڪندر جي سمي ۾ لاڙ بدران ٺاري ۽ امرڪوٽ طرف
ڏانهن وهندي هجي ۽ سمنڊ جي صورت هن وقت کان گهڻو
ڦريل هجي. اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته درياهه جو اهو
اڀرندو ڦاٽ جنهن هنڌ وڃي ٿي چڙهيو، انهن اڳ ساهاره
ٽالي هڪ شاهي پٽ لڳ هئي، جا امرڪوٽ کان اولهه طرف هئي.
ايرين جو به چوڻ آهي ته اها سامارہ پٽ سنڌو نديءَ جي
اڀرندي ڦاٽ جي چوڙ کان ٿورو اڳيان هئي[1]. انهيءَ پٽ جي
معان ٿهيل شهر منهنجي نظر ۾ هاڙهوڪو ساماري جو شهر آهي.
گريڪ اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته انهن ڏينهن ۾ سمنڊ هاڙهوڪي
جڳهه کان گهڻو اڳتي وڌيل هو ۽ هاڪڙي جنهن هنڌ ڪڇ جو رڻ
آهي، اتي سڪندر جي سمي ۾ سمنڊ هو جنهن ۾ سنڌو نديءَ
جو اڀرندو ڦاٽ وڃي ٿي پيو. خير سڪندر ساماري پٽ جا
سير ڪندو، اڀرندي ڦاٽ جي چوڙ وٽان سمنڊ جو ديدار
ڪندو، ٽي ڏينهن آرام ڪري وري پٽال ڏانهن موٽيو. گريڪ
اتهاسڪارن اهو به اشارو ڏنو آهي ته پٽال بندر تي سڪندر بندر
گوديون ٺهرايون. آخر پنهنجي فوج لاءِ چئن مهنن جو سيرُ
گڏ ڪري، پنهنجي فوج کي ٻن حصن ۾ ورهائي سنڌ مان ڪوچ
ڪيائين. سڪندر جو بحري لشڪر سمنڊ جي رستي ايران جي ٽار
ڏانهن روانو ٿيو ۽ باقي هاڙهوڪي ڪراچي ضلع ۽ لس ٻيلي جو
رستو ڏيئي، گبروشيا ڏانهن روانو ٿيو. گريڪ اتهاسڪارن

---

1 Arrian- "Anabasis of Alexander ch vi P 20

جي گڊروشيا ملڪ کي هن وقت مشهور معروف مڪران جو علائقو ٿو سڏيو وڃي.

گريڪ اتهاسڪارن جو لکڻ آهي ته سڪندر پنهنجي بحري فوج ۽ پنهنجي مسافريءَ لاءِ نهايت هوشياريءَ سان رٿا تيار ڪئي هئي. هن پنهنجي بحري سپهه سالار Nearchos کي حڪم ڪيو هو ته اون يوفرٽس نديءَ جي چوڙ لاءِ سمنڊ جون سڀ حالتون جاچيندو اچ ۽ جيڪي وچ ۾ عجب نوان ملڪ ڏسڻ اچن تن کان مونکي واقف ڪر، جيئن مان انهن جو به سير ڪريان.

سڪندر پنهنجي سن عيسوي سنه کان ٣٢٥ سال اڳ آڪٽوبر مهيني جي شروعات ۾ وطن ڏانهن اسهيو، هن سندس بحري ڪمانڊر بن ٽن مهينن لاءِ ديبل بندر ۾ ٽي رهجي پيو، جو انوقت برسات سبب سمنڊ بلڪل کهرو هو. اسٽرابولس[1] جو چوڻ آهي ته سڪندر پتال ۾ جولاءِ يا آگسٽ مهيني ۾ آيو ۽ سندس بحري ڪمانڊر پتال مان آڪٽوبر مهيني جي ٢٠ تاريخ ڌاري سنڌو نديءَ کان لنگر کنيو. يعني پتال ۾ سڪندر کي جهجهوئي وقت لڳو. هيڏانهن سڪندر جي بحري ڪمانڊر کي سنڌو نديءَ ۾ ئي ڪيترا ڏينهن لڳي ويا. نيٺ گهڻي مشڪلات کان پوءِ هن صحيح سلامت اچي سمنڊ تي پهتو. خراب هوائن لڳڻ سبب سڪندر جو بحري ڪمانڊر اٽڪل چوويهه ڏينهن سمنڊ جي ڪناري تي به رهجي پيو۽ جنهن ڪناري واري بندر کي هن "سڪندر جو سرڳ" نالو ڏنو. هن وقت سمنڊ جي صورت اهڙي ته بدلجي ويئي آهي جو چئي نٿو سگهجي ته اهو "سڪندر جو سرڳ" نالي سنڌي بندر ڪهڙي هنڌ هو، هن

1 Starbo xv P 17

ايترو اندازو اوس ڪڍي سگهجي ٿو ته اهو بندر هاڻوڪي ڪراچي بندر کان گهڻو پري نه هوندو[1].

سڪندر جو ٻيڙي ڪمانڊر پنهنجي لشڪر سان ڏاڍي خبرداريءَ سان سمنڊ جو ڪنارو ڏيئي هلندو لڳو ۽ هڪ سو ميلن جي مسافري ڪري لمب Arabis يعني هاڻوڪي حب نديءَ جي ڇوڙ وٽ پهتو. انهيءَ وچ ۾ سڪندر جي هن ٻيڙي فوج جو ڪاڏو ۽ مٺو پاڻي کٽي ويو. هتان اريتائي Areitai جاتيءَ جي سنڌ واسين جو ملڪ شروع ٿي ٿيو، جي هندستان جا سڀ کان اولهه واري آزاد جاتيءَ جا ماڻهو هئا. اهو ملڪ حب نديءَ جي اولهه يعني مڪران ۾ آهي، جنهن سڪندر جي سمي ۾ سرويچ راجپوت رهندا هئا، جن جي نسل مان لومڙي جاتيءَ جا مڪراڻي ۽ ڪونري وغيره جي طرف جا ملڪ اڃان به موجود آهن، مگر هاڻي انهن جو ڌرم اسلام آهي.

سڪندر جي ٻيڙي ڪمانڊر کي هتي پهچڻ سان معلوم ٿيو ته سندس بادشاهه اريتائي قوم جي سنڌي راجپوتن کي ماري ماتحت ڪرڻ لاءِ ليونيٽاس نالي سپهه سالار کي موڪليو آهي ۽ هن وقت انهيءَ ملڪ ۾ ميسيڊونين يعني گريڪ فوجن ۽ ٻنهي سنڌين جي وڏي خونخوار لڙائي لڳي رهي آهي. گريڪ اتهاسڪارن جو لکڻ آهي ته انهيءَ لڙائيءَ ۾ اٺن هزار اريتائي سپاهين مان ڇهه هزار سپاهي سماپت ٿي ويا. سڪندر جي سپا… جيتوڻيڪ ايتري قدر نه مئي، پر هن جا وڏا وڏا بالڪا بهادر سماپتي ميدان ۾ مارجي ويا[2]. ڪن اتهاس ليکڪن اريتائي

---

١- ڪراچيءَ جو شهر سنه ١٧٢٥ ۾ ٻاهرين مڇيءَ جي واپارين ٺاهيو. ڏسو Ibnu Batuta in Sindh, reprint P. 410 from Geographical Journal.

2 Curtius Historiae x P. 9

جاليءَ جي ماڻهن کي آريه هندو مڃڻ کان انڪار ڪيو آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جي ڀاشا ۽ ڪي ريتون رسمون پنهنجن پاڙيسري سنڌي آريه هندن کان جدا نموني جون هيون. ڊائڊوريس جو چوڻ آهي ته اهي اريتائي پنهنجن مري ويل ماڻهن جا لاش جهنگلن ۾ جانورن جي کائڻ لاءِ ڪٽي ڦٽا ڪندا هئا ۽ ٻين هندن وانگر ساڙيندا نه هئا. مان هن وشيه تي ٻهرئين ڀاڱي ۾ لکي آيو آهيان ته ڪنهن وقت آريه هندو پنهنجن مري ويلن جا لاش کليل ميدانن ۾ ڪٽي ڇڏيندا هئا. انهيءَ ڪري اريتائي جاليءَ جي ماڻهن کي لاش نه جلائڻ ڪري غير هندو لئو چئي سگهجي. هيڏانهن سائيما گريڪ اتهاسڪار لکن ٿا ته اهي ماڻهو ٻين سنڌ ۽ هندواسين جهڙي پوشاڪ ۽ هٿيار ڪم آڻيندا هئا، جا ڳالهه منهنجي انهيءَ راءِ جي پٺڀرائي ٿي ڪري ته اريتائي جاليءَ جا ٻهمي سنڌي نج آريه هندو هئا.

هاڻي ڏسڻ گهرجي ته سڪندر پٽال شهر مان ڪهڙي رستي کان ڳوڌ روانو ٿيو. مان هولڊ سڪندر جي ڪاهه جو بيان هتي ٿي بند ڪريان، پر جنهن صورت ۾ هن سرويچ بادشاهه پٽال کان پوءِ به سنڌ جي پراچين ڏکڻ اوله سرحد تي رهندڙ ڪن آريه هندو قومن سان زور آزمائي ڪئي ۽ انهن جي تلوار جو مزو چکيو تنهن صورت ۾ سنڌ جي اتهاس کي پنهنجي شڪتيءَ آهر پوري ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته مان هنجي سنڌ ۾ ڪمل سيني ڪارنامن جون ڳالهيون قلم جي حوالي ڪريان.

سڪندر جنهن وقت هندستان تي ڪاهه ٿي ڪئي تنهن وقت هنجي اڳيان مصر جي راڻي سيميرامس ۽ سائرس جا مثال پيش هئا. هن انهن ٻنهي حاڪمن کان اڳتي قدم وڌائڻ ٿي گهريو. اهو ئي سبب هو جو هن پنهنجي سر انهيءَ سائي رستي کان وطن ورڻ جو پڪو پهه ڪيو جنهن رستي کان سنڌ جي

سپاهه کان شڪست کائيندڙ واڳي سيمبرامس ۽ سمرس موٽي ماڳ
ويا هئا. الهاس لمڪڻ جو چوڻ آهي ته ”پنجاب کان سنڌ نديءَ
جي چوڙ تائين پنهنجي شاهي سپاهه سان گڏجي گهمڻ ۾ سڪندر
جي فقط اها مراد هئي ته جيئن ڪمس هن ديس جي ڀوڳول
(جاگرافيءَ) جي خبر پوي.“ اهوئي سبب هو جو سڪندر پٽال
شهر کان سنڌو نديءَ جي عربي سمنڊ واري چوڙ ۽ پٽال شهر
وٽان سنڌو نديءَ مان ڦٽندڙ ٻن مکيه ڦاٽن جي پنهنجي سر لهاس
ڪئي. الهيءَ جاچنا ۾ هنجو گهڻو مطلب سڌ ٿيو[1].

مٿي لکيو ويو آهي ته سڪندر جو بحري ڪمانڊر سٽائي
هوا جي انتظار ۾ ڪي ڏينهن پنهنجي فوج سان پٽال ۾ رهجي
پيو. پر سڪندر هڪدم پنهنجي پيدل ۽ گهوڙيسوار سپاهه سان
ڪوچ ڪيو. هو سمنڊ جو ڪنارو ڏيئي هلڻ لڳو. الهيءَ لاءِ
ته هو ڪناري واري زمين ۾ سولائي سان کوهه کوٽائي پنهنجي
فوج لاءِ پاڻي ميسر ڪري سگهي. الهيءَ رستي کان وڃڻ ۾
سڪندر جو ٻيو اهو به مطلب هو ته جيئن هو سنڌ جي الهيءَ
پرڳڻي ۾ رهندڙ اريٽائي جاتيءَ جي آزاد ملڪ تي اوچتو حملو
ڪري. ڇاڪاڻ ته الهيءَ سوروير سرويچ قوم سڪندر کي ڪابه
ملڪ لئي آلدي[2].

” اڳتي وڌڻ کانپوءِ سڪندر کي اڳيان آرابيس Arabius
(حب) نالي ندي لنگهڻي پئي، جنهن ان وقت بلڪل ٿورو
پاڻي پئي وهيو. حب ندي لنگهي راس تي جو وڻ ٻيٽ
جو وڏو حصو لتاڙي سڪندر ۽ سندس سپاهه وسندڙ ملڪ ۾
اچي پهتي. هتي سڪندر پنهنجي پيدل سپاهه کي ٽولين ۾ پکڙجي
وڃڻ جو حڪم ڏنو ۽ رسالي کي پاڻ سان وٺي روانو ٿيو. انهن

1 Arrian- Anabasis of Alexander 6, xix-xx
2 Anabsis 6 xxi 3

ڪرڻ پر هن جي اها مراد هئي ته جهڙين سنڌس لشڪر سنڌ جي هن ٻرگهٽي جي وڏي ڀاڱي ۾ ڦهلجي ويو. جن سنڌ واسين يعني اريتا نسي جاتي جي ماڻهن مقابلو ڪيو، انهن کي سڪندر جي گهوڙيسوارن قتل ڪيو، باقي بچن کي جهڳي قابو ڪيو ويو.“ [1].

ڪن اتهاسڪارن، جهڙوڪ سر ٿامس هولڊچ [2] ۽ ڊاڪٽر ڪنگهام [3] جو رايو آهي ته ايرين جي ذڪر ڪيل اورابيس ندي پورالي نالي ندي آهي جا لس ٻيلي جي ڏکڻ ۾ آهي. پر ايرين جو لکڻ ٿو ته سڪندر اَرابيس ندي لنگهي بيابان ۾ آيو ۽ ان واهه اهو بيابان لتاڙي هڪ وسندڙ هنڌ اچي پهتو. تنهن مان ظاهر آهي ته اها ندي پورالي نه پر حب هوندي، جنهن کان پوءِ ئي بيابان جو وڏو ٽڪر اچي ٿو.

انهيءَ کان پوءِ گريڪ اتهاسڪار چون ٿا ته ”سڪندر هڪ ندي پاڻيءَ جي وهڪري وٽ منزل هڻي ويٺو، جتي ساڻس هفتيسمن نالي سمابتي اچي گڏيو. سر آريل اسٽين جو چوڻ آهي ته اهو هنڌ سرندا نالي هاڙوڪي ٻه ندي هوندي، جتان ٻيلي ڏانهن سڌو رستو ٿو وڃي.

اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته سڀ گريڪ اتهاسڪار، سڪندر جي سنڌ واري هن ڀاڱي جي ڪاهه جو هڪجهڙو ذڪر نٿا ڪن. ڪرٽيس جو چوڻ آهي ته ”سڪندر پنهنجي بحري لشڪر کان (پٽال وٽ) جدا ٿي اربائيٽس ۽ ڪوڊروسو ميدان مان لنگهي انهيءَ نديءَ وٽ پهتو جنهنکي ديسي ماڻهن اَرنيس ٿي سڏيو. ان کان پوءِ اهڙي زمين هئي جنهن ۾ نه پاڻي

---

1 Anabasis 6xxi 3
2 Sir Thomas Holdich- A retreat from India
3 Cunningham Anciant Geography of India P 360

هو ۽ نه وسندڙ هئي. انهيءَ زمين کي پار ڪري هو هوراٽئي پرانت ۾ گهڙيو. هتي هن پنهنجي فوج جو وڏو حصو هفيسٽين جي حوالي ڪيو ۽ باقي لشڪر پنهنجي، ٽالمي ۽ ليوناٽس جي حوالي ڪيو. انهن فوج جي ٽنهي حصن ملڪ کي خوب لٽيو ۽ ڦريو ۽ ڪيتري ملڪيت هٿ ڪئي. ٽالمي سمنڊ جي ڪناري واري ملڪ تي حملو ڪيو ۽ خود بادشاهه ۽ ليوناٽس ملڪ جي اندرين حصي تي ڌاڙا ڪئي. هن هنڌ ۾ سڪندر هڪ شهر وسايو جنهن ۾ اراچيشن Arachasians جي ماڻهن کي رهايائين"[1]. ساڳي لمڪ جو چوڪ آهي پٽال يعني حيدرآباد کان وٺي اربس يعني حب نديءَ تائين پهچڻ ۾ سڪندر کي نوبهه ڏينهن لڳي ويا. ڊائيڊورس سنڌ جي اڄوڪي سڄي ڀاڱي مان سڪندر کي هٿ آيل جنهن ملڪيت ۽ ماڻي جو حساب ڏنو هو، انهي پڙهڻ مان معلوم ٿو ٿئي ته ڪراچيءَ جي اتر اوله واري لس ٻيلي جي ڀاڱي ۾ جتي هن وقت سڃ پئي واڪا ڪري ۽ ڪن ڪوهن ۾ ڪو ماڻهو نظر ٿو اچي، اتي سڪندر جي سمي ۾ چڱي خاصي آبادي ۽ وسندي هوندي، ۽ اهو ملڪ چڱو شاهوڪار ۽ مالدار هوندو.

مٿي ذڪر ڪيل ڪرٽيس نالي گريڪ اتهاسڪار جي ڊائيڊورس به پٺڀرائي ٿو ڪري. هو لکي ٿو ته "خشڪ بيابان لتاڙي سڪندر اريتائي جاتيءَ جي هندواسين جي ملڪ ۾ پهتو. هتي هن پنهنجي فوج کي ٽن حصن ۾ ورهايو. هڪ حصو ٽالميءَ جي حوالي ڪيو ويو جنهن سمنڊ جي ڪناري واري حصي تي ڪاهيو، ٻيو حصو ليوناٽس جي حوالي ڪيو جنهن اندرين ڀاڱي تي ڪاهيو ۽ ٽئين حصي سڪندر جي اڳواڻيءَ هيٺ ٽڪرائتي

1 Curtius– Historie (Ed.Heinicke) 8,x,5-7

ملڪ تي ڪاهه ڪئي[1].“

ايرين جو لکڻ آهي ته ”هفيسٽن ناليءَ سميانيءَ سان گڏجي سڪندر اوريٽائي جاتيءَ جي رام بڪيا نالي وڏي ۽ وڏي ڳوٺ ۾ اچي پهتو. جنهن هنڌ تي اهو ڳوٺ هو، سو سڪندر کي ڏاڍو وڻيو. هن خيال ڪيو ته انهيءَ هنڌ جيڪو شهر وسايو ويندو سو جلدئي وڌي ويندو، انهيءَ ڪري هن پنهنجي هفيسٽن سميانيءَ کي انهيءَ هنڌ تي شهر وسائڻ لاءِ ڇڏيو[2].“

ايرين جي ڳالهه ۾ رام بڪيا شهر جو جيڪو بيان آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو ته اهو شهر هاڻوڪي ويل پٽ ۽ ٻيلي جي شهر پرسان ڪنهن هنڌ هوندو. باقي ڪنهن خاص هنڌ ڏانهن اشارو ڪري پڪ سان نٿو چئي سگهجي ته انهيءَ هنڌ تي سڪندر نئين شهر جو حڪم ڏنو. البت ٻيلي جو هاڻوڪو شهر هڪ وڏي دڙي تي ٺهيل آهي، ۽ هيءُ اهو شهر آهي جنهن کي محمد بن قاسم جي زماني جي مسلمان اهلڪارن ارمابيل جي نالي سان لکيو آهي. هتان محمد بن قاسم مڪران مان لنگهي سنڌ تي ڪاهه ڪئي، پر اهو شهر سڪندر جي سمي جو جهونو شهر نٿو چئي سگهجي. سر آريل اسٽين جو چوڻ آهي ته ”ٻيلي شهر جي اتر اولهه ۾ ٽن ميلن جي مفاصلي تي ٻه ميل پراچين دڙا آهن، ۽ انهن جي کوٽائي ڪندي معلوم ٿيو ته اهي ٻن هزارن ورهين جا جهونا آهن، پر انهيءَ مان انهن وقت کان اڳ جون ڪي به نشانيون ڪين مليون. ٻير ڪڙنيءَ جي قبر جي ويجهو به هڪ دڙو آهي جتان بلڪل آڳاٽي سمي جي برتنن جا ٽڪر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهيءَ دڙي مان ساسانين راڄ

1 Dio-dorus-Bibliotheca 27, civ, 4sq

2 Anabasis of Alexander 6, xi, 5

ڪي چالديءَ جا سڪا ۽ لٺا ويا آهن.[1] ممڪن آهي ته انهن ڏڙن مان ڪنهن هڪ ڏڙي تي سڪندر جي حڪم سان ٺهيل شهر اڏيو ويو هجي.

اريٽائي جاتيءَ جي راڄڌاني رامبڪيا جي نالي مان انهي ڪنهن خاص هنڌ تي هجڻ جي خبر ڪانه ٿي ملي. سڄي لس ٻيلي ۾ هن وقت ڪو ۽ اهڙو ڳوٺ نٿو ملي جو هن ڳوٺ جي نالي سان تعلق رکندڙ هجي. البت جنرل ڪننگهام ۽ انهي پٺيان سر ٿامس اهو انومان ڪيو آهي ته ڪراچيءَ وارو رام باغ اڪر سڪندر جي سمي رامبڪيا نالي سان ملي ٿو اچي[2]. انهيءَ انومان ڪرڻ جو انهن مشهور اتهاسڪارن کي اهو سبب ڏسڻ آيو جو لس ٻيلي جي انهيءَ حصي جي ٿورو پريان هنگلاج نالي هندن جو بلڪل پراچين تيرٿ آستان آهي. باقي رام باغ نالو گهڻو پوءِ جي زماني جو آهي.

ايرين لکي ٿو ته هفتيهن کي ٽئي شهر جي سمرد کري سڪندر پنهنجو لشڪر وٺي اريٽائي ۽ مڪران جي انهيءَ حد تي آيو جتي سنڌ واسي اريٽائي ۽ ٻين مڪرانين گڏجي سڪندر سان مقابلي ڪرڻ جا سانباها ڪيا هئا. پر جنهن وقت انهن کي سڪندر جي نزديڪ اچڻ جي خبر ملي تنهن وقت هو پوئتي وڃي ڪنهن پوشيدي هنڌ تي لڪا. باقي سنڌ واسي اريٽائي جاتيءَ جي مکيه سردارن سڪندر جي اڳيان اچي آڻ مڃي[3]. سر اسٽين جو چوڻ آهي ته هيءُ اهو هنڌ آهي جتي هاڻي قلات جي رياست ۽ لس ٻيلي جي رياست جون حدون اچي ٿيون هڪ ٻئي ۾

1 Alexander's route into Gedrosia P 216

2 Cunningham-Ancient Geography of India P 354

3 Anabasis of Alexander 6, xxii 1sq

ملن. اُهيءَ هنڌ تي جهلن جي قطار لڳل آهي، اُهيءَ ڪري سياويڪ سڪندر جي ڏسڻ کان پڳل سرحدي سنڌ ۾ اُهن ٻهاڙن تي پناهه ورتي هوندي. پيءَ حالتن لس ٻيلي جي ڏکڻ واري حصي ۾ سمنڊ آهي جنهن جي ڪناري تي مڇ جاليءَ جا مڇي ماريندڙ مهاڻا رهندا هئا. اُهن مان اها اميد رکڻ ته اُهن سڪندر جو مقابلو ڪندڙ آريتاين کي پناهه ڏني هوندي، سو عجب آهي. هيءَ جو آريتائي سنڌ واسين هڪدم سڪندر جي آڏو مڇي ان مان سو استمن جو اهو الومان آهي ته سڪندر اُهن آزاد سنڌ واسين تي اوچتو حملو ڪيو هوندو.

پس اوريتائي هندن کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ سڪندر جو مڪران فتح ڪرڻ سولو ٿي پيو، چاڪاڻ ته مڪرانين کي جنهن وقت پتو پيو ته اونوڌيڪ سوروير ۽ سرويچ سنڌي ٿي سڪندر ۾ مڇي ته سگهيا، تڏهن هنن گهٽي مقابلي کان سواءِ ئي هنجي اڳيان پنهنجي شڪست قبول ڪئي.

## مشرق جو رايو

سڪندر لسمت مڪي جهڪو بيان ڏنو ويو آهي سو گريڪ ۽ ٻين مغربي اتهاسڪارن جي بيان تي آڌار لو رکي. پر مشرقي ليکڪن جي اُهن جي خلاف راءِ آهي. مان هن بيان جي شروعات ۾ئي لکي آيو آهيان ته گريڪ اتهاسڪارن سياويڪ پنهنجي بادشاهه جي جوڳي اڻ جوڳي ساراهه ڪئي آهي، ۽ اها ڪوشش ڪئي آهي ته ڪيئن به پنهنجي بادشاهه جا ڪارناما اهڙي صورت ۾ پيش ڪريون جيئن دنيا تي گريڪ جاتيءَ جي طاقت جو رعب وهي. منهنجو اهو الومان فقط خيالي نه آهي. پر جنهن وقت جدا جدا گريڪ اتهاسڪارن جي اتهاس جي ڀيٽ ٿي ڪجي تنهن وقت اهو الومان سچو ثابت ٿيو پوي. هن سوروير بادشاهه جي جنگين جو بيان اوٺمهن ليکڪن ڪيو آهي. پر خاص ڪري گريڪ ليکڪن پنهنجي

بادشاهه کي آسمان تي ڪٽي چاڙهيو آهي. مثلاً جنهن وقت سڪندر ايران تي ڪاهه ڪئي تنهن وقت جو بيان ڏيندي هڪ گريڪ ليکڪ اهو ڳوڙهو هڻيو آهي ته ايراني فوج جا ويهه هزار پيدل ۽ اڍائي هزار گهوڙيسوار قتل ٿي ويا، پر سڪندر جي سپاهين ۾ رڳو ۴۳ ماڻهو مئا[1]. ڇا، سڪندر جا سپاهي غيبي ٽوپي پائي ٿي وڙهيا جو هنن پنهنجن دشمنن کي ڏسي ماريو پئي، باقي سندن دشمن کين ڏسي نٿي سگهيا؟ هيءَ ڪل جوڳي ڪوڙي حقيقت آهي.

ايران کي ڇڏي هندستان تي اچو. هتي گريڪ الهاسڪارن پنجاب جي راجا پورش (پورس) سان سڪندر جي لڙائيءَ جو بيان ڏيندي لکيو آهي ته "هندستاني ۱۲ هزار سپاهي مئا، پر گريڪ رڳو اڍائي سو مئا." هنڌانهن الهيءَ لڙائيءَ لسمت خود سڪندر جي ڳالهيءَ سان پلوٽارڪ لکي ٿو ته "اها لڙائي هڪڙون هٿ يعني ڊويدو ٿي. ڏينهن جو اڌوقت اڳون ڪلاڪ هو جڏهن هنن شڪست کاڌي[2]." هاڻي سوال آهي ته ڏينهن جي انهن ڪلاڪن ۾ پنجابي فوج فقط اڍائي سو گريڪ ماري سگهي! هيءَ ته نجو ڪوڙ آهي. گريڪ الهاسڪار ڊايڊورس لکي ٿو ته:- "هندواسي سپاهي ٻارهن هزارن کان به وڌيڪ مئا، پر سڪندر جا ۲۸۰ گهوڙيسوار ۽ سٺ سو کان ڪي ڪجهه وڌيڪ پيدل سپاهي قتل ٿيا[3]."

ايرين جنهڪي يورپ جي الهاسڪارن پڻ سڀني يوناني الهاسڪارن کان وڌيڪ سچار ۽ وشواس جوڳو مڃيو آهي، تنهن اهو ڳوڙهو هڻيو آهي ته "پارٿواسين جا ويهن هزارن کان ڪي

1 Plutarch's Urdu Translation P 113
2Plutarch's Lives (modern Library Series
3 Diadorus Bibliotheca xvii 89

گهٽ پيدل ۽ ٻي هزار گهوڙيسوار هئا ۽ سڪندر جا ٨٠ پيدل، ١٠ گهوڙيسوار ڌ اش ڏاري، ٢٠ گهوڙيسوارن جا رڪڪ ۽ ٢٠٠ ٻيا رواجي گهوڙيسوار هئا.[٣] يعني سڪندر جا فقط ٣١٠ ماڻهو هئا[١]. وري اچرج جي اها ڳالهه آهي جو خود ايرين جي لکڻ موجب اهيءَ لڙائيءَ ۾ ڪنهنجي به مڪمل جمع ڪا نه ني ۽ يعني لکي سڪندر ڪٿمو لکي پورش.

ياد رکڻ گهرجي ته مٿين ڳالهه هڪ اهيءَ گريڪ اِتهاسڪار لکي آهي جنهنکي ٻين کان وڌيڪ وشواس پاتر سمجهيو ٿو وڃي ۽ جنهنجي آڌار تي ٻي پڇم جي اِتهاسڪارن سڪندر جي ساراهه جون سرڪيون پريون آهن. اهيءَ ڪري سنڌ پيا هندواسين کي سڪندر جو مهمه ۽ شان ايترو نه سمجهڻ گهرجي جيترو هاڻوڪا پڇمي لمڪ ٿا پڌائن. سڪندر کي خود به پنهنجي ساک جي وڌاءُ ڪرڻ جو مرض هو. پلوٽارڪ لکي ٿو ته:-
"To exaggerate his glory with posterity".[٢]

هيءَ جو ڪن پڇمي ۽ ڪن مسلمان اِتهاسڪارن لکيو آهي ته سڪندر پنهنجي سر گنگا ۽ جمنا نديءَ واري پرانت ڏانهن وڌڻ لاءِ آتو هو، پر سنڌ مِن سمنا لڳي پئي. يعني هندستان ۾ پنجاب کان اڳتي نه وڌڻ جو بوجو سڪندر جي غريب سپاهين تي مڙهيو ٿو وڃي، سو نه اجايو آهي. حقيقت ۾ راجا پورش جي پنجابي ۽ ملتان جي مالو جاتيءَ جي سنڌي سورويرن جي تلوار جو خوفناڪ ڪمل ڏسي سڪندر جو جوش ڍرو ٿي ويو. هو ڏانهن گنگا جي ڪناري تي Praesian ۽ Gandaritan جاتيءَ جي ٻن راجائن جا اسي هزار گهوڙيسوار، ٻه لک پيدل ٻه هزار با هٿيار رٿ ۽ ڇهه هزار فيل مست يعني هاٿي سڪندر

1 Anabasis of Alexander Partvch 18
2 Plutarch's Lives P 845

کي مڙو ڇڪائڻ لاءِ ٻيٺا هئا[1]. ۽ سڪندر جي سپاهين سان سمنو سهائڻ ۾ اسمرٿ هئي. ممڪن آهي ته خود سڪندر جي همت ۽ ٽٽي پئي هجي. ۾ انهيءَ ڪلنڪ لاهڻ لاءِ سنڌس گريڪ اتهاسڪارن واپس موٽڻ جو سچو بار ڪٽي غريب سپاهين تي وڌو.

ساڳي ڳالهه سنڌ جي سوڍين سان مقابلي لسبت سمجهڻ گهرجي. گريڪ اتهاسڪارن جي لکڻ موجب سواءِ ملتاني سنڌين جي باقي سنڌي سڪندر جي اڳيان جهڪ گڏڻ ثابت ٿيا.

حقيقتون ۽ حالتون مغربي ليکڪن جي بيانن جي برخلاف آهن. جسٽن جهڙي جهوني ليکڪ ته عجب ۾ پئجي لکيو آهي ته جڏهن صورتِ ملتان جي قلعه ۾ سڪندر کي هڪ خوفناڪ ٻاڻ چاليءَ ۾ لڳو، ايتري قدر جو هو بيهوش ٿي ويو، جڏهن ڪالهوءَ سنڌي سورمن مٿس لوهه جي گدائن سان حملو ڪيو ۽ اهڙي حالت ۾ سڪندر ڪيئن جيئرو رهي سگهيو. جسٽن کي ته اهو شڪ آهي ته سڪندر ملتان جي سنڌين هٿان مارجي ويو هوندو.

سنسڪرت جي مشهور يوگ آچاريه پتنجليءَ يوگ سنڌ واسي ڪمدرڪن ۽ سڪندر جي لڙائيءَ جو بيان قلمبند ڪندي صاف لکيو آهي ته "ايڪاڪي ڪمدرڪيڻور جتم" يعني ملتان جي مالون ۽ انهي آسپاس رهندڙ ڪمدرڪن ٻاٿر گڏجي سڪندر جو مقابلو ڪيو ۽ ڪمدرڪن سڪندر کي شڪست ڏني[2].

سڪندر جي ديس واسي اتهاس ليکڪن جيڪو احوال پنهنجن ڪتابن ۾ لکيو آهي ۽ تنهن ۾ به هو اڻ سڌيءَ طرح ائين

---

Plutarch's Lives P 845

2 Patanjali on P., v.3. 52 Prof. Keilhorn, 11 P 412

لکي ويا آهن جنهن مان اها ڳالهه ثابت ٿي ٿئي ته سنڌ واسين، جڏهن سڪندر کي شڪست نه ڏني ته هنن سڪندر کان شڪست به نه کاڌي. ملتان جي مالوين ۽ کدرڪن جي سڪندر سان ٿيل جنگ¹ جو احوال ڏيڻ بعد ميسيڊونيا جي مورخن لکيو آهي ته:- ”الهن يعني (سنڌ واسين) کترين جا هڪ سو ايلچي رٿن تي چڙهي سڪندر وٽ آيا. الهن جو بدن ۽ ڀهڪ ٺهرس ڀر وجهندڙ هئي ۽ سندن چهري مان ڪيمر تا پيڪ ظاهر ٿي ٿي. هنن جي بدن تي جهڪي ڪپڙا پيل هئا، الهن جي ڪناري سونهري ۽ واڱڻائي رنگ جي هئي، جا چمڪي پئي. هنن صاف چيو ته اسين ديوتائن جو رٿ ڏسي اوهان وٽ آيا آهيون. باقي ڊپ وچان ڪين آيا آهيون. هنن اڃان به چيو ته اسانکي پنهنجي آزاديءَ تي فخر آهي جنهنکي اسين صدين کان قائم رکندا ٿا اچون.“

ياد رکڻ گهرجي ته سڪندر هڪ وير ولندڙ ضدي ماڻهو هو. جنهن قوم سندس مقابلو ڪيو الهن کي هن ڏاڍو ستايو. پر ملتان جي مالوين ۽ کدرڪن جي ايلچين سان هن تمام سٺي هلت ورتي ۽ کين غير معمولي آجيان ڏنائين. هن، الهن ايلچين کي هڪ شاهي ڀاڳي ڏني. هڪ هڪ ايلچيءَ کي وهڻ لاءِ هڪ هڪ سونو ڪوچ ڏنو ويو. الهن ڪوچن جي چوڌاري سونهري ۽ واڱڻائي رنگن جا سهڻا پردا ٽنگيل هئا². سڪندر الهيءَ محفل ۾ ناچ ۽ ڳائڻ به ڪرايو، ۽ ايلچين کي عجيب نموني جو شراب پياريو.“

مان پڇڻ ٿو گهران ته ڪهڙي نموني جو پيان چالو ڏيکاري؟ جڏهن سڪندر سڄو پڇو ملتان يعني براهمڻ آباد سنڌ جي

1 Curtius Bk. ix, ch 7 Mc Crindle, II By Alexander P 284-51

مالون ۽ ڪمدرڪن ڪان ڪٿمو هجي ها، ته پوءِ ملتان ۾ مالون جي هٿان ڏري کهڻ مارجي وڃڻ کان بچندي. هو انهن سنڌين سان ههڙي سهڻي هلت ڪيئن ورتي ها؟ هو ته هڪ سخت بي رحم انسان هو، جا ڳالهه الور جي اسي هزار براهمڻن کي قتل ڪرائڻ مان بخوبي ظاهر ٿي ٿئي. سڪندر جي سنڌواسي ايلچين سان ورتل معمون فراخدلانه هلت ثابت ٿي ڪري ته هن اڪ سنڌواسي ڪمترين ڪان ڪٿمو نه، بلڪ انهن سان دوستي گهُري.

ڏسڻ گهرجي ته ملتان مان جمڙو چئي سڪندر سچ پچ سنڌ تي ڪا فتح پائي؟ هڪ ڳالهه خاص ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته سڪندر سنڌ کي فتح ڪرڻ نه آيو هو. هنجي نظر هندستان جي بين ڀاڱن تي هئي. هن سنڌ ڏانهن فقط پنهنجي وطن ڏانهن ورڻ سبب لاڙو ڪيو. هنجي اهائي خواهش هئي ته سنڌوندي‌ءَ مان غوراين رستي سمنڊ تائين پهچان ۽ پوءِ سمنڊ جي مسافري ڪري پنهنجا ڏانهن روانو ٿيان. هنجي اهڙي خواهش ڏسي سنڌ جي راجائن هنکي خوشي‌ءَ سان سنڌوندي‌ءَ مان لنگهي وڃڻ جي اجازت ڏني هوندي. پر پوءِ ڏسجي ٿو ته الور جي راجداني‌ءَ جي سولهن ۽ ملڪمت هن بادشاه کي بي ايمان بڻائي ڇڏيو ۽ هن اوچتو ڪمتي ٻاري ڪندڙ راجپوت ويرن تي حملو ڪيو. اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته اڳين زماني جا جنگي سپاهي گهرجي يعني جنگ جي وقت کانسواءِ ٻين وقتن تي پنهنجي گذران ڪرڻ لاءِ ڪمتي‌ءَ جو ڌندو ڪندا هئا، ۽ جنهن وقت راجا کي سندن گهرج ٿيندي هئي تنهن وقت سڏ ٿيڻ تي هو هليا ايندا هئا.

پر هتي الور جي راجا کي سڪندر سان وڙهڻ جو ڪو خيال ڪو نه هو، جنهنڪري هو پنهنجن سپاهين کي هڪ هنڌ گڏ ڪري نه سگهيو. اهو موقعو ڏسي سڪندر الور جي مهاراجا

موڪراڄ تي حملو ڪيو ۽ هنڪي آڻ مڃڻ لاءِ لاچار ڪيو. ٻيو ٻوءِ براهمڻن جي بغاوت پيدا ڪرڻ تي سنڌ جي سورمن سڪندر کي پنهنجي تلوار جو جوهر ڏيکاريو ۽ سڪندر پنهنجو منهن ورائي لوٽڻ سنڌ ڏانهن روانو ٿيو.

اچو ڏسڻ سنڌ تي. سنڌ جي هن حصي ۾ قدم رکندي سڪندر جيڪو هتيا ڪانڊ يعني مارا ماري ۽ خونريزي ڪئي سا دلها جي الهاس ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سڄي سنڌ الوقت براهمڻن جي اثر هيٺ سڪندر جي خلاف ٿي بيٺي هئي. جنهن ڪري جڳهه جڳهه تي جتي سڪندر کي ڪو براهمڻ ٿي مليو تنهنکي هن ڦاسي ڏيئي عام لنگهه جي رستن تي ٽنگي ٿي ڇڏيو! شهرن کي باهيون ڏيڻ، ٻي هٿيارن، زالن ۽ ٻارن سان وڙهي گريڪ فوج سنڌ ۾ پاڻکي ڪافي بدنام ڪيو. الهيءَ ڪري جنهن وقت سڪندر پٽال (حيدرآباد) شهر ۾ پهتو تنهن وقت ڪيس سڄو شهر سڃو نظر آيو. هن سڄي شهر ۾ ڪاڏي جي ڪاٻه شيءِ ڪا نه ڏٺي. اتي گريڪ فوج اچي بک وگهي مرڻ لڳي. لمت ٻيو ڪو چارو نه ڏسي سڪندر ڪاٺ جون کي ٻيڙيون ٺهرائي سپٽمبر جي مهني ۾ سمنڊ جي ڪناري تي پهتو. اتي به ڪمس پکوان پاڻي جو بدلو ڏلو، جنهنڪري هو موٽي وري پٽال شهر ۾ آيو. لمت سڪندر مڪران جي رستي روانو ٿيو جتي اريتائي جاليءَ جي راجپوتن سان سخت مقابلو ٿيو. هن اپالوفينس نالي پنهنجي هڪ ايلچيءَ اتي رکي اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪئي نه مڪراني راجپوتن الڪي قتل ڪري ڇڏيو، جنهنڪري سڪندر جي سمنا کي کاڌو نه ملي سگهيو. ڏينهن جا ڏينهن سڪندر جي سمنا بنا کاڌي فتڪڻ لڳي. گهوڙا مرڻ لڳا جنهنڪري گريڪ سپاهين ماڳهين الهن کي کائي پيٽ ڀرڻ شروع ڪيو. اڳتي وڌندي گريڪ سپاهي بک جي وگهي رڃ

پٺ ۾ ايذا ڏي ڪرڻ لڳا. اهي سڪندر جي سپاه ۾ بخار به
اچي پيدا ٿيو. پٺي پاسي مڪران جي رڃ پٽ ۾ رهندڙ راجپوتن
لڪي لڪي سڪندر جي سپاهين تي زهر ۾ ٻڏل تير ڇوڙڻ
شروع ڪيا، جنهنڪري هزارين ماڻهو موت جو شڪار ٿيا.
سڪندر جو سڄو خزانو لٽيو ۽ ڦريو ويو.

مڪران جي ريگستان ۾ ان زماني ۾ هڪ زهريلو وڻ ٿيندو
هو، سڪندر جا سپاهي کاڌي لاءِ ٻيو ڪجهه نه ملڻ تي انهيءَ
درخت جا پن پٽي کائڻ لڳا، جنهنڪري الٽي ٽڪون ٽيڙي
پئجي رهيا. هزارين سپاهي مڪران جي سڙندڙ واريءَ تي ڪري
ساهه ڏيڻ لڳا. هنن جي سائين وري انهن ڏاڍن منهن ورائي نه
لڻي نهاريو. ڪنهن هنڌ جڏهن پاڻي مليو ٿي ته گهڻڪ سپاهين
ايترو پيٽ ڏلهي ٿي پيتو جو انهو اتي مري ٿي ويا. براهر به
مهنا انهن آفتن مان پار ٿيندي ليٽ سڪندر، ايران جي حد
۾ پهتو.

مٿيون ڳالهيون جيتوڻيڪ مغربي اتهاسڪارن مان به ڪن
قبول ڪيون آهن پر نه سنڌيءَ طرح. هنن ته سڪندر کي هڪ
لاثاني سورمو ۽ ايهڙو ڪٻ جو شهنشاهه ثابت ڪرڻ جي ڪوشش
ڪئي آهي. پر ايرين چوي ٿو ته ”سڪندر ڪٺي هندن (سنڌ)
جا ڪي شهر هٿ ڪيا، مگر سنڌس دشمن اجمعي ٿي رهيا،
يعني انهن سڪندر جي ٻنهه آڻ نه مڃي.“

ايران جي هاڻوڪي زماني جي ”حسن پرنيا“ نالي هڪ
مشهور اتهاسڪار ”ايران- باستان“ نالي هڪ ڪتاب پنهنجي
ملڪ لي لکيو. انهيءَ ڪتاب جا ٽي جلد آهن، جي ٻاريڪ کوجنا
سان پيل آهن. هن سڪندر جي ڪارنامن تي راءِ زني ڪندي
لکيو آهي ته:-

”سڪندر جي اتهاس لکڪن، جن پيٽ ڀري سنڌس

ساراهه ڪئي آهي، پر لکيو آهي ته سڪندر عقلمند، بهادر،
بي ڊپو نازڪ وقت تي دلير، ڌيرج وارو، پر امن ۽ ناموس
جو بکيو هو. هن جا خيال ايڏا ته اعليٰ هئا جي ڪنهن وقت
چرپائيءَ کي ٿي پهتا. پر حقيقت ۾ سڪندر هٺيلو، شرابي،
لمپٽ ڪروڌي، اپماني، باغي، بد مزاج، خوني ۽ بي رحم
هو. زالن ۽ مردن کي مارڻ، ٻارڙن ۽ ٻڍن کي غلام بڻائي
وڪڻڻ، شهرن کي ڦرڻ ۽ ساڙڻ هن جا عام رواجي ڪم هئا.

”جڏهن هن جي ڪمن تي ويچار ڪيو وڃي ته سوال
پيدا ٿيندو ته هن ڪروڙن انسانن جو خون وهائي پنهنجي ملڪ
کي ڪهڙو فائدو پهچايو؟ ڪوبه نه. ڇاڪاڻ ته هن ايران حبش ۽
هندستان جي ماڻهن کي ڪڏهن دغابازيءَ سان ۽ ڪڏهن
ويساهه گهاتيءَ سان ماريو. سنڌس ۾ هزارين سورما مري ويا.
ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته هو جلد مري ويو نه ته دنيا لاءِ
ڪجهه نه ڪجهه ڪري وڃي ها. پر اهو خام خيال آهي. هو
جڏهن پنجاهه سال به جيئرو هجي ها ته به هڪ ملڪ کان
ٻئي ملڪ تي حملا ڪندو رهي ها ۽ انهن حملن ۾ يا ماريو وڃي
ها يا مري وڃي ها. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته سوگد ۽
هندستان جي ڪن ماڻهن هن جي خلاف بغاوت ڪئي، انهيءَ
ڪري هن انهن تي حملو ڪيو، پر وديسين کان پنهنجي ماتر ڀومي
جي رکيا ڪرڻ بغاوت نه آهي. جڏهن هن هندستان جي
سرحدي راجا آنڀيءَ ۽ پورس سان چڱو سلوڪ ڪيو ته انهيءَ
۾ سندس ئي فائدو هو، ۽ هن اهو سلوڪ انهيءَ ڪري ڪيو
ته متان هندستاني غصي ۾ اچي سندس ڪنڌ ڀڃي ڇڏين[1].

مٿين هڪ غير واسطيدار ۽ بي رياءَ مشهور مسلمان تواريخ

---

١ ”ايران - باستان“ ڀاڱو پهريون پنجون

لوپس جي راءِ مان ظاهر آهي تہ سڪندر ڪي مغرب جا ليک
جهڪا اهميت ڏين ٿا ڏين سا مشرق جا ليک لڪا ڏين. هو مغربي
مورخن جي نظر ۾ هڪ اعليٰ انسان آهي ۽ مگر مشرقي اتهاسڪارن
جي نظر ۾ سڪندر هڪ ڏاڍيل، دغاباز، فريبي، ڪوڙو ۽
بداخلاق انسان آهي.

منيندر

سڪندر کان انڪل هڪ صدي پوءِ، بئڪٽريا جي
بادشاهہ يوڪريٽائيڊس Eukratides جي پٽ منيندر، ڪابل ۽
پنجاب جي رستي سنڌ ۽ هند تي ڪاهہ ڪئي. ڪنهن سمئہ جي
ڏکڻ اوڀر وارو يونا ديس ۽ بئڪٽريا عيسوي سنہ کان انڪل
ٻي سو سال اڳ سيلوڪس لڪاڻ جي حڪومت ۾ شامل هئا.
اهي پوءِ آزاد ٿي ويا ۽ انهن تي گريڪ جاتيءَ جي ڪن راجائن
راڄ شروع ڪيو جو افغانستان جي حد سان اچي ٿي مليو. راجا
منيندر انهن گريڪ راجائن مان هڪ هو جنهن جي راڄڌاني ڪابل
۾ هئي. هن سڪندر جيان هندستان تي حملي ڪرڻ جون
وڏيون رٿون رٿيون هيون ۽ انهن رٿن موجب هن ڪابل
پنجاب، سنڌ، ڪاٺياواڙ، متر، مديڪا (نگري شهر جو هن
وقت چتوڙ جي ڀرسان کنڊهڙ جي صورت ۾ آهي) ساڪيتم يعني
ڏکڻ آنوڌ ۽ پاٽليپترا تي ڪاهون ڪري اهي ملڪ هٿ ڪيا.
انهيءَ سمي ۾ هندستان جي چڪرورتي راجائن مان مهاراج
پشيہ متر مگڌ تي راڄ ڪندو هو. منيندر جنهن وقت اتر هندستان
هٿ ڪري اوڀر طرف بهار پرانت يعني مگڌ ڏانهن رخ رکيو
تنهن وقت مهاراجا پشيہ متر جي سينا اڳتي وڌي نہ ڪيول
سندس مقابلو ڪيو، بلڪ جنگ جي ميدان مان ئي کيس
هڪالي ڇڏيو. اتهاسڪارن جو چوڻ آهي تہ هو اپولدي ۽ اتر

هندستان مان جمتو ٽڪ جلد ڪڍيو ويو، پر پنجاب، سرحد ۽
سنڌ لئي هن ڇگو وقت راڄ ڪيو.

منيندر کهڙي سمي ۾ هند ۽ سنڌ لي ڪاهه ڪئي، تنهن
لسبت جدا جدا ودوانن جا جدا جدا رايا آهن. باقي الهيءَ ڳالهه
۾ سڀ ودوان يڪراءِ آهن ته هو سنسڪرت جي مشهور يوگ-
آچاريه پتنجليءَ جي وقت ۾ هندستان ۾ آيو. باقي پتنجلي
ڪڏهن پيدا ٿيو تنهن لسبت ودوانن جو پاڻ ۾ مت ڀيد آهي.
انهيءَ باري ۾ هڪ طرف ويبر ۽ ٻئي طرف ڊاڪٽر ڀانڊارڪر
۽ گولڊاسٽڪر جي هڪ ٻئي ۾ ڇڪتاڻ ٿي. ليڪن ويبر ڪي
ڊاڪٽر ڀانڊارڪر اڳيان اهو قبول ڪرڻو پيو ته پتنجلي عيسوي
سنه کان ۱۵۰-۱۴۰ سال اڳ پيدا ٿيو. پروفيسر رکلداس بئنرجي،
پٽور تالي کنڊهڙ مان لڌل ڪروشٽي اکرن ۾ هڪ ليکه جي آڌار
تي، لکيو آهي ته چڪرورتي مهاراجا ڀيم متر عيسوي سنه کان
۱۵۸ سال اڳ مئو ۽ منيندر ۱٦۳ سال اڳ مگڌ تي ڪاهه ڪئي[1].
انهيءَ ڪروشٽي اکرن واري ليکه ۾ اهي لفظ لکيل آهن ته:-
منيندرس مهر جس ڪٽس دوس ۱۴...... شڪ منس
"يعني راجا منيندر ڪتيءَ واري مهني جي ۱۴...... شاڪ
مدي (گولم پد)" هيءَ ليکه نهايت اهميت وارو آهي ۽ چاڪاڻ ته
هندستان ۾ هن وقت تائين جن گريڪ بادشاهن راڄ ڪيو آهي،
انهن مان سڀني کان هيءَ وڏي ۾ وڏو مکيه ليکه لکيل آهي.

راجا منيندر جو بيان ٻڌمي پراچين الهاسڪارن مان فقط
استرابو ڏنو آهي. باقي اساڻي يوگ- آچاريه، رشي پتنجليءَ
هن بادشاهه جو ذڪر اهڙيءَ ريت ڪيو آهي جو جڻڪ هن
پنهنجن اکين سان منيندر کي ڪاهه ڪندي ڏٺو. سنسڪرت
جي گارگي سمهتا تالي گرنٿ ۾ به منيندر جو بيان اچي ٿو.

1 J.B.O. Res. Soc., iii 1917 P P. 506, 507

اسٽرابو کي منمندر جي هند ۽ سنڌ ۾ ڪمل ڪاه جو احوال ڏيندڙ اپولودورس Apollodoros جو رايو هو ته منمندر پنجاب جي بياس ندي پار ڪئي جتي سڪندر اڳتي وڌڻ کان روڪجي پيو هو. الهيءَ بعد هن اِساماس نالي شهر هٿ ڪيو. اهو شهر ڪهڙي هنڌ هو، تنهن باري ۾ خاطريءَ سان نٿو چئي سگهجي. باقي الهيءَ شهر کان پوءِ منمندر پٽالهيءَ (حيدرآباد سنڌ) يعني سنڌ وليءَ جي زمين تي ڪاهيو. جتان هو ڪاٺياواڙ ڏانهن وڌيو ۽ وري مٿي راجپوتانا تي قبضو ڪندي گنگا ۽ جمنا ڏانهن رخ رکيائين. اسٽرابو جي هن راءِ جي پيرپلس Periplus به تصديق ٿو ڪري، جنهن عيسوي سنه جي پهرين صديءَ ۾ روبرو هندستان جون حالتون اکين سان ڏٺيون هيون. هنجي زماني ۾ به گجرات جي ڀڙوچ شهر ۾، جنهنکي گريڪن بارگزا نالي سان لکيو آهي، منمندر ۽ اپولودوٽس جا سڪا چالو ڏٺا.

منمندر جا سڪا راجپوتانا جي چتوڙ شهر کان اٺ ميل اتر ۾ مڌمڪا ناگري نالي کنڊھرن مان به گولي لڌا ويا آهن[1]. الهيءَ شهر کي اڳي مڌيمڪا نالي سان سڏيو ويندو هو، جنهنجو ذڪر پتنجليءَ جي مهاڀاش وياڪرڻ ۾ چٽيءَ ريت آيو آهي. ڪن ودوانن جو رايو آهي ته مهارانا پرتاپ سنگهه وارو چتوڙ جو قلعو الهيءَ مڌيمڪا شهر جي سرن ۽ مال مان تيار ڪيو ويو هو.

سنسڪرت جي جوتش شاستر گرهه سوتر ۾ منمندر جو جيڪو ذڪر آيو آهي، اهو سنڌ ۾ سنڌس ڪاهه جو بيان قلمبند ٿيل نه آهي. الهيءَ جوتش گرنٿ ۾ منمندر مگڌ، گنگا ۽ جمنا طرف جيڪي ڪاهون ڪيون، فقط انهن جو ذڪر اچي ٿو.

1 D.R.Bhandarkar–Prog. Rep. A.S.W.I; 1916-18 P.62
Cunningham, Reports, vi,1 A ڏسو ۽

سنڌ مان ڪن راجا جو اجا ڪوبه سڪو هٿ نه آيو آهي. باقي پنجاب مان ڪيترا سڪا لڌا آهن. جمنا ندي جي ڏکڻ ۾ همير پور ضلع مان به ڪيترا سڪا هٿ آيا جن مان ڪي نه. يوڪريٽائيڊس، ونس، سونٽر ۽ انٽيمڪوس نڪيفورش وغيره يون يعني گريڪ بادشاهن جا به سڪا هئا. ڪن به مينيڊر جي راڄ جون اسان وٽ هن وقت ڪٿي ڪي به نشانيون موجود نه هجن، پر اها هڪ حقيقت آهي ته هن شاڪ جاتيءَ جي راجا سال به يا ڪي ڪجهه وقت وڌيڪ، سنڌ تي به راڄ ڪيو.

اساڪجن پراڻن ۾ مينيڊر ڪانسواءِ سٺن پهن يون يعني شاڪ راجائن جو به بيان اچي ٿو. انهن راجائن هندستان جي اتر ۾ اوله واري ڀاڱي تي ڪل ٨٧ سال راڄ ڪيو. مسٽر ٽارن انهن راجائن جو پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي[1]. مسٽر رئپسن به هن باري ۾ گهٽو ڪجهه لکيو آهي. پر مون هن وقت تائين انهن راجائن جا ذڪر ڪيل نامر پتر (نامي جي نڪون تي لکيل مضمون) يا سڪا نظر مان نه ڪڍيا آهن ۽ انهيءَ ڪري مان هر وپرو انهن ودوان جي پيش ڪيل ثابتن کي سچو يا ڪوڙو چوڻ لاءِ تيار نه آهيان.

انهيءَ کان سواءِ جن يون راجائن جو اساڪجن پراڻن يا الگزيزي گرنٿن ۾ ذڪر اچي ٿو انهن مان ڪهڙن راجائن سنڌيءَ يا اڌ سنڌيءَ طرح اساڪجي سنڌ تي راڄ ڪيو، تنهنجي پوري سڌ نٿي پئجي سگهي. المس ڊيمٽريس نالي راجا جا اتر هندستان جي ڪن ڪنڌ هنڌن مان ڪيترا سڪا هٿ آيا آهن. پر انهن سڪن مان ڪو خاص ڪنڙ نمل نٿو لڪري سگهي. انهن ته مهن جي دڙي مان عراق جا ڪيترا سڪا هٿ آيا يا عراق جي

---

1 The Greeks in Bactria and India.

ڪمترن ڪنڌهڙن مان سنڌ جا سڪا هٿ آيا آهن ۽ انهيءَ ڪري
هرو ڀرو ائين نه چئي سگهبو ته سنڌ تي عراق وارن يا عراق تي
سنڌ جي راجائن جي حڪومت هئي.

پوئين ڪاليوءَ اسانجن پراڻن مان تُشار (شاڪ) جاتيءَ جي
ڌارين راجائن جو به ذڪر ملي ٿو. انهيءَ جاتيءَ جي راجائن کي
ڪن هنڌ تشار ڪالسواءِ تُکار، تُرشڪ ۽ ديوپتر به سڏيو ويو
آهي. ترشڪ شبد پراڻن جي پانن مان ليئي ٿو ۽ ديوپتر نالو
ڪُشن راجائن جي لڌل لکتن مان ليئي ٿو. ڪن پراڻن لکتن ۾
گُشن، ڪُشن، ڪُشاڻ ۽ ڪُشان وغيره نالا به لڀن ٿا. اهي ڪشان
وغيره نالا چيني ٻاشا جا ٿا ڏسجن ۽ هندستان ۾ تشار جاتيءَ
جي راجائن کي گهڻو ڪري چيني ٻاشا جي ڪشن نالي سان
لکيو ويو آهي.

مٿي ذڪر ڪيل تشار يعني ڪشن جاتيءَ جي ڌارين
راجائن ڪيتري وقت راڄ ڪيو آهي. جن مان ڪُجل (ڪڊ
فيسس پهريون) نالي راجا جا اتر هندستان جي ڪن شهرن مان
ڪمترا ٿامي جا سڪا لڌا آهن. انهن سڪن تي هن وديسي
راجا کي يوگ مهاراج ۽ راجا تيراج جو لقب ڏنل آهي.

ويم (ڪڊفيسس ٻيو) هن راجا جون ڪي سونيون
مهرون يعني سڪا هٿ آيا آهن. اتهاسڪارن جو اهڙو رايو آهي
ته هن وديسي راجا عيسوي سن کان اڍائي يا ٽي صديون اڳ
سنڌ تي راڄ ڪيو.

مٿين سڀني وديسي راجائن کان مهاراجا **ڪنشڪ** جو نالو
سنڌ سان گهڻو سنبنڌ ٿو رکي. پڇمي اتهاسڪارن مان جيرل
هيگ، مجمل التواريخ نالي هڪ مسلماني اتهاس جو حوالو
ڏيئي چوي ٿو ته ”سنڌ ۾ جيڪي ٻڌ ڌرم جا براهمڻ ڪنڌهڙ
۽ مڙهيون لڌيون ويئون آهن، سي مهاراجا ڪنشڪ نالي ڪشن

ڪهراڻي جي راجا جون نهل آهن؟" جنهنجي راڄ راڄڌاني سنڌ
کان اٽڪل ڏيڍ سو سال اڳ پرشاور (پشاور) ۾ هئي؛ جنهن ٻڌمت پڻ
ڌرم اختيار ڪيو. مان جنرل ڪننگهم جي انهيءَ راءِ سان شامل نه
آهيان. انهيءَ مضمون لئي مان هن ڀاڱي ۾ ٿي ڪنهن هنڌ ٻاريڪ
ڇنڊ ڇاڻ ڪندس. باقي هن هنڌ ايترو اوس لکڻ گهرجي ته
مهاراجا ڪنشڪ جو راڄ سنڌ ۾ به هو.

ڪن ودوانن جو رايو آهي ته مان جنهن ڪدفسس ٻئي
جو مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان، اهوئي راجا ڪنشڪ هو. مان
اها ڳالهه قبول نٿو ڪريان، ڇاڪاڻ ته انهن ٻنهي راجائن کي هڪ
ثابت ڪندڙ ڪافي سامگري اڃا تاءِ ڪان ملي سگهي! آهي.
اسانجي اڳراهت ناني الهاس ۾ ڪنشڪ هڪ ٻڌ راجا ٿي ويو
آهي. هندستان جي راجترنگڻي نالي هڪ ٻراهڻ الهاس ۾
انجي لمڪ پنڊت ڪلهڻ جو لکڻ آهي ته:-

"...... ٽڏهن ٻهنجي نالي ٿي ٽي شهر وسائيندڙ راجائون
ٿيا. انهن جا نالا هئا هشڪ، جشڪ ۽ ڪنشڪ. راجا جشڪ
جشڪپور ۽ ٻهار وسايو. هن جڏهن سوامي پور نالي شهر به وسايو
...... انهن ٽنهي راجائن جي ڏينهن ۾ ڪشمير ٻڌ ڌرم جو مرڪز
ٿي پيو[1]."

راجا ڪنشڪ جي زماني لسمبت ودوانن جا ڀانئيا وڏا مت
ڀيد آهن: پڇم جا عالم چون ٿا ته ڪنشڪ عيسوي سنه کان اٽڪل
١٢٠ سال پوءِ اتر هندستان جو چڪرورتي راجا ٿيو. ڊاڪٽر
ولسمٿ اسمٿ به انهيءَ راءِ جو آهي. هن ته پنهنجي آڪسفورڊ
هسٽري آف انڊيا ۾ صاف ڄاڻايو آهي ته ڪدفسس ٻيو سنه
٧٨ کان ١١٠ عيسويءَ تائين راڄ ڪيو ۽ ڪنشڪ سنه ١٢٠ عيسويءَ

---

١ راجترنگڻي ٻرٿم ترنگ شلوڪ ١٦٨

۾ راجا ٿيو. ٻيو هن پڇمي پنڌن راجا ڪنشڪ جون جيڪي
تعمون تاريخون حساب ۾ آنديون آهن، سي سڀ خيالي آهن.
جيڪڏهن گهٽ ۾ گهٽ حساب ڪجي ته به ثابت ٿيندو ته
راجا ڪنشڪ عيسوي سن کان هڪ سو سال اڳ، سنڌ، پنجاب ۽
ڪشمير تي راڄ ڪيو.

چيني گرنٿن جي راءِ موجب راجا ڪنشڪ، گوتم ٻڌ جي
نرواڻ يعني پرلوڪ وڃڻ کان ست سو سال پوءِ ميدان ۾ آيو[1].
پروفيسر پربوڌ چندر باگچيءَ چيني گرنٿن جي آڌار تي ٻڌايو آهي
ته آچاريه سنگهرڪيم به گوتم ٻڌ جي نرواڻ کان ست سو سال پوءِ
پيدا ٿيو. انهيءَ آچاريه سنگهرکه جي مارگ ڀومي سوترا نالي
گرنٿ جو ترجمو چين جي هڪ ڀڪشو - شي - ڪائو نالي سنياسيءَ
سن ۱۴۸ کان ۱۷۰ عيسويءَ جي اندر ڪنهن وقت ڪيو[2]. چيني
گرنٿڪار ۽ اتهاسڪار، گوتم ٻڌ جي پرلوڪ واس کي عيسوي سن
کان ۹۰۰ کان ۱۰۰۰ ورهيه اڳ جو واقعو مڃيندا آهن. انهيءَ
حساب موجب ڪنشڪ عيسوي سن کان اٽڪل ڏيڍ يا ٻه سو
سال اڳ ٿيو هوندو. مشهور چيني مسافر هيوئن سانگ سن ۶۳۹ ۾
هندستان گهمڻ آيو. هن لکيو آهي ته "ٻڌ ڀڳوان جي پرلوڪ
واس کان ٽيڪ چار سو سال پوءِ راجا ڪنشڪ سڄي جمبو ڏيپ
(هندستان) جو چڪر ورتي راجا ٿيو[3]." خبر نه آهي ته جنهن
وقت هيوئن سانگ مٿيون رايو ظاهر ڪيو تنهن وقت هن گوتم ٻڌ
جو نرواڻ ڪڏهن تي مڃيو.

---

1 S. Levi, Notes Surles Indo Scythes. J. As. 1896 P.463 and K. B. Pathak Commemoration vol. 1934 P.99

2 K. B. Pathak Commemoration 1934 PP.98-99

3 Watters Translation PP.203,270

مشهور مسلمان الهاسڪار ابوالرحمان البروني لکي ٿو ته شاهي ڪل ۾ هڪ ڪنشڪ راجا هو. هو ڪابل ۾ راڄ ڪندو هو. هو وڏو زبردست راجا هو. هن پشاور ۾ پنهنجي راڄڌاني قائم ڪئي. هنڪي ڪنڪ چيت به سڏيندا هئا. مهاراجا سمندر گپت جي پرستيءَ ۾ ”ديو پٽر شاهي شاهان ، شاهه شڪ مرنڊ“ اهو نالو آيل آهي. ممڪن آهي ته البيرونيءَ انهيءَ ڪري ئي ڪنشڪ کي شاهي ڪنڪ نالي سان به سڏيو آهي.

شڪ يا ساڪ جاتيءَ جي ڪشن گهراڻي جا ڪل چوڏهان راجائون ٿيا آهن ۽ جن مان پهريون ڪنشڪ هو واشڪ، ٽيون هوشڪ ۽ چوٿون واسديو اهي راجائون ته تمام مشهور ٿيا آهن. باقي ٻيا اهڙا شايد واسديو کان پوءِ ٿيا آهن. انهن مڙيئي راجائن عيسوي سن کان اٽڪل هڪ سو سال اڳ سنڌ تي سوڀ حاصل ڪري انتي راڄ ڪيو. انهن سڀني راجائن مان راجا ڪنشڪ سڀني کان وڏو راجا ٿي ويو آهي. هنجي راڄ جون حدون ڪشمير، پنجاب، سنڌ کان وٺندي مٿرا تائين پکڙيل هيون. پنجاب جي لڌيانا شهر جي ويجهو ڪنڌهڙن مان ڪشن گهراڻي جي ڪن راجائن جا ڪي سڪا لڌا آهن. مٿرا جي شهر مان ته ڪشن گهراڻي جي راجائن جون گهڻيون ئي تمثاليون لڌيون آهن. راجا ڪنشڪ جي هڪ وڏي مورتي به اتان لڌي ويئي آهي. راجا واسديو ته ماڳهين مٿرا ۾ راڄڌاني ڪري رهي پيو هو.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته مٿي ذڪر ڪيل پون ۽ ڪشن راجائون اصل ۾ ٻاهريان راجائون هئا، پر انهن جي نالن ۽ ٻين حقيقت مان معلوم ٿيندو ته انهن جو ڌرم، ٻارتواسين ۽ سنڌواسين کان نرالو نه هو. هو گهڻي قدر شو پنٿ ۽ پوءِ ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ ٿيا. ڪن راجائن کي ته مهيشا ڪير يا مهيش جي لقب سان لکيو ويو آهي. انهن ٻنهي لفظن جي معنيٰ آهي شو مهراج. راجا

واسديو يعني راجا ڪنشڪ جي پوٽي جي سڪي تي شو مهراج ۽ سندس ننڍي ڳئن جي تصوير اُڪريل آهي. راجا ڪنشڪ ٻڌ ڌرمي هو ته سندس ابو ڪدفيس پڻ ۽ سندس پوٽو ماڳهين شو پنٿي هئا. انهيءَ ڪري انهن ڌارين راجائن جي راڄ جو هند يا سنڌواسين جي ڌرم يا سڀيتا تي ڪوبه اثر نه پيو. الٽو اهي ڌاريا راجائون هند ۽ سنڌ ۾ اچي ويدڪ هندو ٿي ويا.

# باب چوٿون

## ٻڌ ۽ جين ڌرم جو سنڌ تي اثر

اڳين بيان پڙهڻ سان اسين نه سمجهڻ گهرجي ته سنڌ تي
عيسوي سنه کان به اٽڪل ٻه ٽي هزار سال اڳ ڌارين راجائن ۽
راڄن جيڪي حملا ڪيا، فقط انهن جو ئي سنڌ جي راڄنيتيءَ
تي اثر ٿيو. پر عيسوي سنه کان اڳ هندستان جي ڪن جدا جدا
راجائن به سنڌ تي ڪاهون ڪري ان کي پنهنجي وس ۾ رکيو ۽
انهيءَ ڪري انهن راجائن جي ڌرم ۽ راڄنيتيءَ جو به اثر سنڌ
تي ڪافي ٿيو. هندستان جي اتهاس ۾ جن هندستاني راجائن جو
لاڳاپو سنڌ سان ڏيکاريو ويو آهي، اهي ٻڌ ڌرمي يا جين ڌرمي
هئا، انهيءَ ڪري هن ٻاب ۾ مان اول ٻڌ ۽ جين ڌرم جي
سمجهاڻي ڪرائي پوءِ انهن راجائن جو ذڪر ڪندس.

مغرب جي عالمن جو رايو آهي ته عيسوي سنه کان ۴۶۷ يا
۴۷۷ سال اڳ جين ڌرم جو باني وجهندڙ آچاريه مهاوير، بهار علائقي
جي ويشالي نالي شهر ۾ پيدا ٿيو. انهيءَ شهر کي بسار به ڪري
سڏيندا آهن جو پاٽنا جي اتر ۾ آهي. ڊاڪٽر اسمٿ پنهنجي
اتهاس ۾ لکيو آهي ته گهڻا اتهاس لکڪ چون ٿا ته آچاريه مهاوير
عيسوي سنه کان ۵۲۷ سال اڳ گذر ڪري ويو. هو مان مغرب
جي اتهاس لکڪن جي راءِ سان شامل نه آهيان. منهنجو رايو

آهي ته جين ڌرم ۽ سنڌس پايو وجهندڙ آچاريه، عيسوي سنه کان اٽڪل ٩٠٠ سو سال اڳ پيدا ٿيا.

اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته جين ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم هڪ ئي وقت ۾، ها، ڪن ٿورن سالن جي وڇوٽيءَ تي پيدا ٿيا. اهيءَ ڳالهه مڃڻ کان خود يورپ جا الهاسڪار به منهن نٿا موڙين. مان ٻڌ ڌرم جي آچاريه گوتم ٻڌ جي جيون چرتر تي مختصر ريت لکندي اهي پيدا ٿيڻ واري سال جي ٿوري ڇنڊ ڇاڻ ڪندس، جنهن مان از خود ثابت ٿيندو ته جين ڌرم جي آچاريه مهاوير جي پيدائش لسبت منهنجو ظاهر ڪيل مضمون وايو ڪيتن درست آهي.

آچاريه مهاوير کتري ڪل جي لڇوي شاخ ۾ پيدا ٿيو. هن ٻهرياٿين پارشو ناٿ کي پنهنجو گرو ڪيو. پوءِ هن ڏٺو ته سنڌس گروءَ جا سڌانت سنڌس آتما کي سکي نٿا ڪري سگهن، اهيءَ ڪري جنهن وقت سنڌس ڄمار چاليهن سالن جي هئي، تنهن وقت هن پنهنجو نئون پنٿ گولي ڪڍيو، جنهنکي جين پنٿ چيو ويو. هو برابر ٻارنهن سال بهار علائقي ۽ آسپاس ۾ رٽن ڪندو ۽ پنهنجي پنٿ جو پرچار ڪندو رهيو. ليڪ ستر سالن جي عمر ۾ پاٽنا ضلع جي پاوا يا پاپا شهر ۾ ديهه ڇڏيائين.

مهاوير جو پنٿ هندستان جي حدن کان ٻاهر لڪري نه سگهيو، ڇاڪاڻ ته سنڌس پرچارڪن ۾ ٻڌ ڌرمين واڪر ايتري جرات ڪانه هئي. باقي هندستان جي گهڻي ڀاڱي ۾ سنڌس پنٿ جو پرچار ٿيو. جين ڌرم خاص ڪري گجرات، راجپوتانا ۽ بهار علائقي ۾ چڱو زور ورتو. سنڌ به اهيءَ پنٿ جي اثر کان آزاد نه رهي سگهي. هن وقت سنڌ ۾ جين پنٿي ماڻهن جو فقط نالو وڃي رهيو آهي. پاڙا ۽ اوسوال جي ڏکڻ سنڌ جي ڪن جروي شهرن ۾ رهن ٿا، اهيءَ پنٿ جا پوئلڳ آهن. باقي ڪنهن

جن ٻئي راجا سنڌ تي راڄ ڪيو، تنهنجو ڪوبہ ذڪر نٿو ملي.
هان، جن گرنٿن ۾ هڪ ادين نالي چڪرورتي سنڌي راجا
جو بيان اچي ٿو ۽ انهن کي ڏسي، ديوان پرو مل مهرچند بہ
پنهنجي ”هندن جي قديم تاريخ“ نالي تازو ڇپايل ڪتاب ۾
انجو ذڪر ڪيو آهي. پر راجا ادين سنڌ جو راجا نہ هو. جن
گرنٿڪارن ۽ ديوان پرو مل هندستان جي اتهاس جي باريڪ جاچ
ڪرڻ ۽ سنسڪرت گرنٿن ڏسڻ يا انهن جي پرک ڪرڻ کان
سواءِ وٺي اهو ٽپ پڙهيو آهي. انهيءَ ڳالهہ جو ذڪر ۽ سمالوچنا
مان اڳتي هلي ڪندس.

اهو ساڳيو زمانو هو جڏهن ٻڌ ڌرم جو باني گوتم ٻڌ
ڪپل وستوءَ ۾ هڪ ننڍي راجا شڌوڌن جي گهر ۾ پيدا ٿيو.
هو ڪشتري جاتيءَ جي شاڪيہ شاخا ۾ پيدا ٿيو، جنهن ڪري
هندڪي سنسڪرت گرنٿن ۾ شاڪيہ مني نالي سان بہ ياد ڪيو
ويو آهي. هن پر ٻين نہ رواجي راجڪمارن وانگر جيون گذاريو،
پر سنسار جا ڏک ڏسي اوچتو هنجي حياتيءَ ۾ ڦيرو آيو.
هڪ رات هو پنهنجي محلات مان منهن سر ڏيئي وٺي نڪتو. هو
سالن جا سال جهنگل ۾ تپسيا ڪندو رهيو ۽ پوءِ پنجتاليهہ سال
سڄي هندستان جو رٽن ڪيائين. چندر گپت جي ڏينهن ۾ آيل
ميگسٿنيز ۽ ٻين جو چوڻ آهي تہ گوتم ٻڌ سنڌ ۾ بہ آيو ۽ هتي
هن زور شور سان ٻڌ ڌرم جو پرچار ڪيو. سيوڻ، بهار ۽ اتر
سرحد وانگر انهيءَ زماني ۾ سنڌ بہ ٻڌ ڌرم جو مرڪز هئي، ۽
ٻڌ ڌرم جو اهو زور برهمڻن جي حڪومت يعني عربن جي
آخرين ڪامياب ڪاهہ تائين قائم رهيو. ڪن اسي سالن جي ڄمار
۾ هن مهاتما سرڳواس ڪيو. چيو ٿو وڃي هن کان پوءِ سندس
مکيہ پرچارڪ ٽڪ ڪس بہ سنڌ ۾ پير پاتا.

مغرب جي ودوان جو چوڻ آهي گوتم ٻڌ عيسوي سن

کان ۵۴۳ سال اڳ، نرواڻ پد حاصل ڪيو؛ يعني سرڳواس ڪيو؛ مگر مشرق جي ودوانن جو اهو رايو نه آهي. مشهور چيني ياتري هيو ئن سانگ، جو نالندا جي وشو وديالہ (يونيورسٽيءَ) ۾ سالن جا سال پڙهندو رهيو ۽ هندستان جي ڪيترن ٻڌ ڌرمي آچارين سان ملاقاتون ڪندو رهيو، تنهنجو چوڻ آهي ته جنهن وقت مان هندستان ۾ گهميس ۽ ٻڌ ڌرم جو اڀياس ڪري آيس، تنهن وقت هتي جي ودوانن گوتم ٻڌ کي عيسوي سن کان ۹۰۰، ۱۰۰۰، ۱۳۰۰ بلڪ ۱۵۰۰ سال اڳ پيدا ٿيل ٿي سمجهيو. ان کانپوءِ فاهيان چيني ياتري هندستان گهمڻ آيو. هو سن ۴۰۱ ۾ آيو ٿو ڏسجي. هنجو وري اهو رايو آهي ته گوتم ٻڌ عيسوي سن کان ٻارهان سو يا گهٽ ۾ گهٽ ۱۰۵۰ سال اڳ نرواڻ ڪيو. لنڪا مان جيڪو ٻڌ ڌرمي سلسلو ملي ٿو ان مان وري ظاهر آهي ته اِهي گوتم ٻڌ کي عيسوي سن کان پنج سو سال اڳ پيدا ٿيل سمجهو ٿي ويو. مغرب جي ودوانن وري انهن سڀني کي ڇڏي سلون واري وقت کي ڪٿي گهڻو ٻڌو آهي؛ باقي ايشيا کنڊ جي جهجهن ودوانن ٻڌ ڀڳوان کي عيسوي سن کان نو سو سال اڳ پيدا ٿيل سمجهيو آهي. انهيءَ حساب ۽ منهنجيءَ راءِ موجب جين ڌرم جو آچاريہ مهاوير به عيسوي سن کان اٺ نو سو سال اڳ پيدا ٿيل سمجهڻ گهرجي.

گوتم ٻڌ ۽ مهاوير ڪڏهن به پيدا ٿيا، پر اها ڳالهه صاف آهي ته عيسوي سن کان ڪي صديون اڳ انهن جي ڌرمن جو سنڌ تي ڪافي اثر پيو. ٻڌ ڌرم ته سنڌ ۾ ايترو زور ورتو جو خود راجائي گهراڻي جا ڀاتي به انهيءَ پنٿ ۾ اچي ويا؛ جن وقت بوقت سنڌ جي ڪيترن هنڌن تي ٻڌ ڌرم جون مڙهيون کڙيون ڪيون، جن جي معرفت انهيءَ پنٿ جو زور شور سان پرچار ٿيندو رهيو.

سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم اهڙو ته زور ورتو جو راجا اشوڪ، گوتم ٻڌ

جي هائين مان ڪي هائون سنڌ ۾ موڪلي انهن جي مٿان وڏا
شاهي مندر کڙا ڪيا. انهن مندرن مان هڪ مندر مهن جي
دڙي، هڪ مرپور خاص جي اتر واري ڪاهوءَ جي دڙي ۽
هڪ حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ اٽڪل ڏهن ٻارهن ميلن جي مفاصلي
تي، يعني ٽنڊي محمد خان تعلقي ۾ ٻيلي سنڌ سڏيون جي دڙي
مان کوٽي کڻيو ويو آهي. انهن ٽن هنڌن تان سون جون
ننڍيون ڏٻليون هٿ آيون آهن، جن ۾ ڀڳوان گوتم ٻڌ جون
هائيون پيل هيون. منهنجي نظر ۾ اهي هائيون براهمڻ آباد ۾ به
هونديون ۽ ڇاڪاڻ ته ڪنهن وقت انهيءَ شهر ۾ ٻڌ پنٿ جو
وڏو مرڪز هو. جيڪڏهن کوٽائي ڪئي ويندي ته گهڻو ڪري
گوتم ٻڌ جون ٻيون هائيون انهيءَ کنڊهرن مان يعني شهدادپور
جي اتر اوڀر مان به ملي وڃن.

هاڻي ڏسڻ گهرجي ته جين يا ٻڌ ڌرم جو سنڌ تي ڪهڙو
اثر ٿيو. اهي ٻئي ڌرم سنسار کي مٿيا ٿا سمجهن، انهيءَ ڪري
انهن جو سنياس تي زور آهي. ٻنهي ۾ اهنسا تي حد کان
وڌيڪ زور ڏنل آهي. هيءَ جو برهمڻ ڪال اندر هوم يگيه
۽ بليدان جو زور وڌي ويو، انهيءَ ڪري ٻنهي فرقن جي باڻين
جو من هنسا کان ٻاهرجي ويو. ٻنهي پنٿن کي زور وٺائڻ لاءِ
ٻڌ ڌرمي ڀڪشو ويا ننڍن وڏن کي ڏڙا ڏڙ ٻنهي پنٿن ۾ داخل
ڪندا ۽ جنهنجو نتيجو اهو نڪتو جو ٻڌ پنٿ ۾ اٺن ڏهن سالن
جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون به سنياس وٺي ڀڪشو ٿيڻ لڳا. ٻئي
پاسي خود سنڌ جا ڪي راجائون يا سنڌي راجائن کي وس ۾
رکندڙ هندستان جي چڪر ورتي راجائن به جو ٻڌ ڌرم اختيار
ڪيو تنهنڪري به ڪيترا ماڻهو هن پنٿ ڏانهن ڇڪجي هڪدم
سنياسي ٿيڻ لڳا. بي انداز نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي
سنياس وٺڻ ۽ انهن جي ورڇ گڏجي رهڻ سبب اڄ ڪلهه جي

ذالن ۽ مردن سان پورو نڪاڻن والڪو ويچار ۽ بداخلاقي وڌي ويئي. ٻڌ ڌرمي مڙهون ويهار جا وڏا اڏا ٿي پيئون.

اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته هندستان توڙي سنڌ مان ٻڌ يا جين پنٿ هڪدم غائب ڪين ٿي ويا. البت برهمڻن جي اثر هيٺ آيل ڪن راجائن ٻڌ ڌرمين سان سختيون به ڪيون، پر اهي ڪي اهڙيون نه هيون جو ماڻهو ٻڌ جي انهيءَ پنٿ ۾ داخل نه ٿين. هيءَ جو راجائن وقت بوقت ٻڌ پنٿي سنياسين يعني ڀڪشن کي وڏيون رقمون پئي ڏنيون تنهڪري انهن جي سنگهن يعني مڙهن ۽ مندرن ۾ عيش پرستي وڌندي ويئي. ماڻهو ٻڌ ڌرمي سنياسين کي عزت جي نظر سان گهڻو وقت نه ڏسي سگهيا ۽ انهن جو زور ڏيري ڏيري ڪن صدين ۾ گهٽجي ويو. پر سراسري انهن ٻن پنٿن اسانجي سنڌ تي اهو اثر ضرور وڌو جو هتيجا عام ماڻهو اهنسڪ، عياش ۽ لاغرض ٿي پيا ۽ جنهنجو نتيجو ڪين اهو پوڳٽو پيو جو هندستان جي ٻين ڀاڱن کان وڌيڪ سنڌ کي ڌارين جي ڌڪن جو شڪار ٿيڻو پيو ۽ لمت پنهنجي آزادگي وڃائڻي پيئي.

انهاسڪ ساهتيه مان ڪٿهن به مڪيه جين ڌرمي راجا جي سنڌ مٿان ڪامل راڄ جي خبر ڪان ٿي پوي. البت ڪهڙن ۽ ڪهالي ڳالهين تي ٻڌل ڪن جين پنٿي ڪتابن مان اهو پتو پوي ٿو ته عيسوي سنه کان اٽڪل پنج ڇهه سو سال اڳ، (مهنجيءَ ڪٿ موجب اٺ نو سو سال اڳ) جين آچاريه مهاوير ۽ گوتم ٻڌ جي زماني ۾ اديين نالي هڪ چڪرورتي راجا سنڌ تڪي راڄ ڪندو هو. هنجي راڄ جون حدون جين گرنٿن موجب اڀرندي ۾ اڄين، اتر ۾ ڪشمير ڏکڻ ۾ گجرات جي چوڙي تائين، اوله ۾ بلوچستان جي اوله تائين پکڙيل هيون. جين ودوانن جو چوڻ آهي ته اهو راجا جينن جي آدي آچاريه مهاوير جو پوئلڳ هو!

سڄي هندستان جا راجائون هن کان ڍ ڇندا هئا. هڪ ڏينهن هن جي ڌارمڪ راڻيءَ کيس گهرائي چيو ته مولکي سڃڻي ۾ موت جو سڏ ٿيو آهي، انهيءَ ڪري موڪل ڏي ته سنياس وٺان. راجا، هنکي موڪل ڏني. راڻيءَ وٽ هڪ مورتي هوندي هئي جنهنجي هوءَ پوڄا ڪندي هئي. ڪجهه وقت ڪالپوءِ راڻيءَ جو سرڳواس ٿيو ۽ هنجي اها مورتي انهي داسيءَ کي هٿ آئي، جا پاڻ سان ڪٺي راڄ کان ٻاهر لڪري ويئي. مورتي جيئن سنڌ جي سرحد کان ٻاهر لڪتي تيئن سڄيءَ سنڌ ۾ طوفان اچي لڳو، جنهنڪري سڄي راڄ ۾ هاءِ هاڪار مچي ويو. راجا ادين کي خبر پيئي ته هيءَ سڀ ڪهر رڳو انهيءَ ڪري ٿيو آهي جو منهنجيءَ راڻيءَ جي سولي مورتي چورائي ڪي سنڌ کان ٻاهر ڪنهو ويو آهي.

هيڏانهن راجا ادين جي راڻيءَ جي داسي، مورتي کڻي وٺي ڀڳي. اولتي ديس جي راجا کي جڏهن اها خبر پيئي، تڏهن اوها مورتي هٿ ڪرڻ جي لالچ لي وٺي انهيءَ داسيءَ سان شادي ڪيائين. راجا ادين اها ڳالهه ٻڌي غصي ۾ اچي ويو ۽ پنهنجي زبردست سينا وٺي سنڌ جي اڀرندي واري حد کان ڪي ڪجهه ٻاهرو وسعل اولتي ديس جي راجا تي ڪاهه ڪيائين. سنڌي سينا جي سامهون انهيءَ راجا جي فوج گدڙن وانگر وٺي ڀڳي ۽ راجا گرفتار ڪيو ويو.

راجا ادين، اولتيءَ جي راجا کي پڪڙي پنهنجيءَ سينا جي اڳيان ڪري واپس سنڌ ڏانهن موٽڻ لڳو. اولتيءَ جي راجا جي ڀيڻائيءَ لي سنسڪرت ٻاشا ۾ "سمر داسي پتي" اهي ٻه سولا اکر لکيا ويا. تڏهن جڏهن هن راجا، سنڌوراج ادين جي چوڻ تي سندس اختيار ڪمل ٻڌ ڌرم جي ديکيا ورتي، تڏهن کيس آزاد ڪيو ويو. راجا ادين تنهن جس ڳرٽن جو چوڻ

آهي ته هو اول جين پنٿي هو، پر پوءِ ٻڌ ڌرم اختيار ڪيائين. هن جي راڄڌاني "وليما پٽن" نالي هڪ اهڙو شهر هو جو درياه جي ڪناري تي هو. انهيءَ ڪري ڪن ماڻهن جو اهو انومان آهي ته شايد اهو وليما پٽن شهر، موهن جو دڙو هجي، جو اڍائي ٽي هزار سال اڳي سنڌو درياه جي ڪپ تي هو. مان انهيءَ انومان کي درست ٿو سمجهان. ڇو ته درياه جي ڪناري جو ذڪر پڙهي ائين چوڻ ته اهو شهر موهن جو دڙو هوندو سو اڻپورو انومان سمجهيو ويندو. ائين ته برهمڻ آباد، الور، سيوستان، يعني سيوهڻ ٺوڙي ٻيا ڪيترا شهر سنڌو نديءَ جي ڪناري تي هئا. مهاراجا ادين اهو هو جنهن کي انگريزي ليکڪن ۽ ٽاڊ ۽ مسٽر ڀيرومل مهرچند پنهنجي هندن جي تاريخ نالي ڪتاب ۾ اديان جي نالي سان لکيو آهي. خير

مان جين پنٿي ڪتابن جي ڏنل راجا ادين جي مختصر احوال سان شامل راءِ نه آهيان. انهيءَ لاءِ هيٺيان دليل آهن. (١) مهاراجا ادين بابت جين گرنٿ ائين ٿا لکن ته هو مهاوير ۽ گوتم ٻڌ جي وقت ۾ هو، انهيءَ ساڳئي زماني ۾ ٻيو راجا ادين، ڪوشالبيءَ جو راجا هو. (٢) سنڌ جي راجا ادين کي آچاريه مهاوير جو پاڻهجو سڏيو ويو آهي. ڪوشالبي جو راجا ادين به وڏي ڀڳت لکيو ويو آهي؛ يعني ڪوشالبيءَ جو راجا ادين، مهاوير جي ڪل ۾ پيدا ٿيل راڄڪماريءَ جو اولاد سمجهيو ويو آهي. (٣) سنڌ جي راجا ادين بابت جين گرنٿن کانسواءِ ٻئي ڪنهن به هنڌ ذڪر ٿو ملي. پر ڪوشالبي جي راجا ادين بابت سنسڪرت جي مشهور ليکڪ ٻاڻ ڪويءَ پنهنجي ڪادمبري ناٽڪ ۾ ۽ ڪوي ڪاليداس، گڻاڍيه، ڀاس ۽ وشڻو گپت وڊوان پنهنجن پستڪن ۾ ذڪر ڪيو آهي. جڏهن سنڌ جي راجا ادين کي جين گرنٿن ۾ هڪ وڏو چڪرورتي

راجا لکيو ويو آهي ته ڪشميرَ جي راجا ادين جي به گهڻي وڏائي ظاهر ٿيل ڪانهي. جيڪڏهن قبول ڪجي ته راجا ادين مهاوير ۽ گوتم ٻڌ جي زماني ۾ سنڌ اندر چڪرورتي راڄ ڪيو آهي، ته پڻ اتهاسڪ ثابتين موجب ساڳئي وقت ۾ ڪوشالبي جي راجا ادين کي به قبول ڪرڻ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. هندستان جي اڀرندي ۽ الهندي ۾ ساڳئي وقت ٻئي ادين راجائن جو هجڻ منهنجي عقل موجب هڪ ڪل جهڙي ڳالهه آهي. منهنجي سمجهه موجب ڪوشالبيءَ جي راجا ادين کي ٻڌ وچان جين گرنٿن ۾ سنڌ جو راجا سمجهيو ۽ لکيو ويو آهي. اهيءَ هوندي به ممڪن آهي ته ڪو مهاراجه ادين، سنڌ جو به چڪر ورتي راجا ٿيو هجي جنهن جو ذڪر جين گرنٿ نٿا ڪن. اهيءَ راجا ادين کانسواءِ ٻئي ڪنهن به جين پنٿي راجا جو ذڪر ڪونه ٿو ملي سگهي، جنهن لاءِ اٿم چيو وڃي ته هن سنڌ تي راڄ ڪري جين پنٿ جو سنڌ اندر پڪو پايو ڪيو.

سنڌ ۾ ٻڌ پنٿ جو پرچار اول خود ڀڳوان گوتم ٻڌ ڪيو. هن سڄيءَ سنڌ جو سير ڪيو. هن کان پوءِ سنڌ مشهور شش لڪمڻ به سڄيءَ سنڌ ۾ گهمي مکيه مکيه شهرن ۾ مڙهيون برپا ڪيون، جن ۾ اهيءَ پنٿ جا ڀڪشو رهندا هئا. انهن ٻن کانپوءِ سنڌ ۾ ٻڌ پنٿ جو وڏو پرچار موريه ونش جي ٽئين نمبر راجا اشوڪ ڪيو. اهو راجا اشوڪ جي ڏاڏي مهاراجا چندر گپت جنهن سڪندر جي سپهه سالار سيليوڪس کي هندستان جي سرحد تي ذليل شڪست ڏئي ڪابل سنڌ ڏيءَ جو سڱ ورتو، ان جو به سنڌ جي خاص ڪري اتر ۾ چڱو اثر پيو ۽ چندرگپت کانپوءِ هن جي پٽ يعني راجا اشوڪ جي پيءُ چڪرورتي راجا بندوسار به سنڌ ۾ ڌرم جو پرچار ڪيو، جاڪاڻ ته سنڌ انهن ٽنهي چڪرورتي راجائن جي حدن ۾ هئي، پر اهي ٻڌ ڌرم جا مڃيندڙ نه هئا.

سنڌ ۽ هندستان ۾ سڀني کان وڌيڪ ٻڌ ڌرم جو پرچار اشوڪ ڪيو. هن هندستان ته ڇا بلڪ سلون، برما وغيره دور ديسن ۾ به پنهنجا پرچارڪ موڪليا. هن سنڌ جي ڪيترن شهرن ۾ ٻڌمت جا وڏا شاهي مندر کڙا ڪيا ۽ ڪيترن ڀڪشن کي سڄي ملڪ ۾ روانو ڪيو. نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ مان اگني هوم، بلدان وغيره برهم ڌرم گهٽجي قدر غائب ٿي ويو. ٻڌمت سنڌ اندر خاص ڪري راجائي گهراڻي، کترين ۽ وڻجن ۾ زور ورتو. باقي برهمڻ پنهنجي پراچين ويدڪ ڌرم تي قائم رهيا. سنڌ ۾ ٻڌمت الهيءَ ڪري به زور ورتو جو راجا اشوڪ سنڌ جي راجائن کي شڪست ڏيئي کين پنهنجو ڏالي بڻايو. مغرب جي اتهاس لکڪن جو چوڻ آهي مهاراجا اشوڪ عيسوي سن کان ٢٧٣ سال اڳ پيدا ٿيو. ٻڌ پنٿي گرنٿن ۾ وري ائين لکيل آهي ته هو عيسوي سن کان ٢١٨ سال اڳ گديءَ تي ويٺو. برهمڻن جي ڪٿا موجب هو گوتم ٻڌ کان ٣٠٧ سال پوءِ گديءَ تي ويٺو. ڪن ته راجا اشوڪ عيسوي سن کان اٽڪل اڍائي صديون اڳ راڄ گديءَ تي ويٺو ۽ هن ٣٦ سال راڄ ڪيو، الهيءَ ڪري سنڌ اندر هن جيڪي ٻڌ پنٿي مندر ۽ مڙهيون ٺهرايون سي به ايتروئي جهونيون هونديون.

اشوڪ کانپوءِ سنڌ ۾ ٻڌمت جو جنهن راجا پرچار ڪيو سو نه هندستاني، بلڪ ماڳهين ڌاريو هو ۽ جنهنجو نالو هو ڪنشڪ. هو شڪ يا ڪشن جاتيءَ جو هو، جا جاتي عيسوي سن کان ٻه صديون اڳ وچ ايشيا کنڊ مان لڏي اول گريڪن جي بئڪٽريا ملڪ مٿان چاڙهي ويئي، پوءِ کي ٽوليون اولهه ڏانهن ۽ کي ڏکڻ ڏانهن روانيون ٿيون. جيڪي شڪ جاتيءَ جون ٽوليون ڏکڻ ڏانهن روانيون ٿيون، اهي افغانستان رستي هندستان ۾ اچي پير کوڙيو. الهيءَ جاتيءَ جو پهريون راجا ڪڊفيس پهريون هو، جنهن سنڌ جي ڪنهن حصي تي قبضو ڪيو. هن کانپوءِ شڪ يا

يا ڪشن جاتيءَ جو ٻيو راجا ڪنشڪ ٿيو، جنهن اتر هندستان ۽ سنڌ تي راڄ ڪيو. ڪنشڪ جي ڏيءَ جو نالو وجشڪ هو، هو جنوتڪ هو ڪشن جاتيءَ جو، پر ڪڇ ڦمسس ٻئي کان سنڌ مِ لڪ ڦريل هئي. ڊاڪٽر ونسينٽ اسمٿ جو چوڻ آهي ته ڪنشڪ ١٢٠ عيسوي سن ۾ راڄگديءَ تي ويٺو، پر مون هنڪان اڳئين بيان ۾ ڏيکاريو آهي ته ڇيهي گرانٽ اها ڳالهه ثابت ٿا ڪن ته هو عيسوي سن کان ١٥٠ کان ٢٠٠ سال اڳ، راڄ گديءَ تي ويٺو. هيون سانگ به هنکي عيسوي سن کان اڳ جو راجا قبول ڪيو آهي ۽ الهيءَ ڪري سنڌ گزيٽئر ۾ ميرپور خاص جي ڪاهوءَ جي ڏڙي تسبب جو انهن لکيو ويو آهي ته ڪي جاٽو ماڻهو انهن ٽا چون ته اهو ٻڌ ڌرمي تل يا مڙهي نه راجا اشوڪ بلڪ راجا ڪنشڪ ٺهرائي، الهيءَ حساب موجب به سنڌ جا ٻڌ ٻتئي مندر عيسوي سن کان اڳ جا ٺهيل ثابت ٿا ٿين.

راجا ڪنشڪ تسبب مون اڳئين بيان ۾ ڪافي روشني وڌي آهي، الهيءَ ڪري هتي هند وري انکي دهرائڻ، مان واجب نٿو سمجهان. هان، هتي هند ايترو لکڻ واجب ٿيندو ته چڪرورتي راجا ڪنشڪ ڪانپوءِ ٻئي اهڙي مشهور ۽ زبردست راجا جو نالو ڪونه ٿو ملي، جنهن بنسبت انهن چئي سگهجي ته ان سنڌ ۾ ٻڌ ڌرمت جو پرچار ڪيو، الهيءَ ڪري هتي بيان کي هتيئي ختم ڪيو ٿو وڃي.

# باب پنجون

## عيسوي سن کان اڳ، راڄنيتڪ حالت

مان ٻئي ڀاڱي ۾ ڏيکاري آيو آهيان ته مها ڀارت لوڙي رامائڻ ۾ راجائن سان گڏ گڻ راڄن جو به ذڪر آهي. مهاڀارت جي زماني جو بيان قلمبند ڪندي مون ڏيکاريو آهي ته راجا چندرگپت کان سواءِ سنڌ ۾ ڪي گڻ راڄ به هئا. ممڪن آهي ته هن وقت تائين هن اتهاس جي پڙهندڙن کي گڻ راڄن لفظ جي خبر نه پئي هجي. سنسڪرت ڪرتن جي اڀياس ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته گڻ راڄ معنيٰ لوڪشاهي راڄ. البت اڄ ڪالهه لوڪشاهي راڄ جي صورت ٻي آهي، پر پراچين ڪال ۾ لوڪشاهي حڪومت جي ٻي شڪل هئي.

ويدن ۾، خاص ڪري رگويد ۾ سڀا ۽ سمتيءَ جو اکر ڪئين دفعا ڪم آيل آهي. الي انهن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته سڀا ۽ سمتي ٻئي پنروڻ هئون، جي هن سنسار جي رچنا وقت پرجاپتيءَ کي ڄايون. هن مان اها ڳالهه ثابت ٿي ته سڀا ۽ سمتي اکر اسانجي ڀارت ورش ۾ ويدن جي سمي کان هلندو ٿو اچي. هاڻي ڏسڻ گهرجي ته سڀا يا سمتي اکر جي معنيٰ رواجي ماڻهن جو ميڙ آهي يا ڪنهن خاص ميڙ کي سڀا ۽ سمتي سڏيو ٿو وڃي.

رگويد جي ڏهين منڊل سوڪت ١٧٣ ۽ اٿرو وید جي منڊل ٦ جي منتر ٨٧ ۾ ڏيکاريل آهي تہ سمتيءَ ۾ ملڪ جي راجا کي چونڊيو ويندو هو. رگويد ۾ تہ انهن ڏيکاريل آهي تہ راجا جو ڌرم آهي تہ سمتيءَ جي ميڙ ۾ ضرور حاضر رهي (منڊل ٩ سوڪت ٩٢ منتر ٦) آپستنب ڌرم سوتر ۽ چانڊوگيہ اپنشد پڙهڻ سان انهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ سمتيءَ ۾ راجنيتڪ ڳالهين کان سواءِ ٻيون ڌرمي ۽ ڀڳتي ڳالهيون بہ بحث هيٺ اينديون هيون. ٻيو اها ڳالهہ وسارڻ نہ گهرجي تہ سمتي يعني راڄ جي چونڊيل عضون جي سڀا جو رواج ويدن جي شروعاتي زماني ۾ ايترو ڪونہ هو. پارسڪر گرهيہ سوتر ۾ وري سمتي يعني اڄ ڪلهہ جهڙي جهوني اسيمبليءَ ۾ پريزيڊنٽ (اسپيڪر) چونڊڻ جي بہ رسم هئي. انهيءَ پريزيڊنٽ کي تمام گهڻيون اختياريون مليل هونديون هيون. اها ڳالهہ بہ خيال ۾ رکڻ لائق آهي تہ سمتين ۾ شهرن جا عام جام ماڻهو نہ بلڪ ”گرامڻي“ يعني شهرن جا مکي ماڻهو شريڪ ٿيندا هئا، جن ۾ کي واپارين جا عضوي بہ هئا.

سنسڪرت گرنٿن ۾ سڀا اکر بزرگن ۽ وڏن ماڻهن جي مجموعي لاءِ ڪتب آندل آهي. انهن سڀائن کي وري گهڻو ڪري عدالتي اختياريون مليل هيون. سڀائن ۽ سمتين کان سواءِ سنسڪرت گرنٿن ۾ ”ودٿا“ اکر بہ اچي ٿو جنهنجي معنيٰ آهي اها جماعت جنهنکي مکاني، فوجي ۽ ڌرمي اختياريون مليل هجن. انهن کانسواءِ کي پرشد بہ هئا، جنهن ملڪ جا وڏا وڏا ودوان اچي شريڪ ٿيندا هئا.

مٿي جن سمتين، سڀائن، ودٿائن، ۽ پرشدن جو ذڪر ڪيو ويو، اهي سنڌ ۾ ڪيتري قدر چالو هيون تنهن جو هن وقت تاءِ ڪنهن بہ ڌرمي يا اتهاسڪ گرنٿ مان پتو نہ پئجي سگهيو آهي. باقي لوڪشاهي راڄ سان تعلق رکندڙ هڪ جماعت جو

ٽالو سنڌ سان ڳنڍيل ڀيٽ اچي ٿو. اهو آهي گڻ راڄ لفظ.
گڻ معنيٰ گهڻا راڄ معنيٰ راڄ. انهيءَ ڪري گڻ راڄ جي معنيٰ
ٿي گهڻن ماڻهن جو راڄ. مشهور ويا ڪرڻ آچاريہ پاڻني رشي
گڻ راڄ لاءِ ٻيو اکر سنگهہ ڪم آندو آهي جنهنجي تشريح ڪندي
لکي ٿو تہ سنگهہ معنيٰ لوڪشاهي راڄ.

مانئر وليمس پنهنجي ڊڪشنريءَ ۾ گڻ جي معنيٰ قبيلہ
لکي آهي، جنهن موجب گڻ راڄ جي معنيٰ قبيلن جو راڄ.
ڊاڪٽر فليٽ بہ وليمس سان هان ۾ هان ملائي آهي. پر ڊاڪٽر
ٿامس جنهن وقت هنن مڙسن کي للڪار ڪئي تہ ڪنهن سنسڪرت
ڪتاب مان پنهنجي ڪيل معنيٰ ثابت ڪيو تہ مڙس خاموش
ٿي ويا.

مها ڀارت جي شانتي پرو جي ١٠٧ اڌياءِ ۾ گڻ راڄن جو
چٽو احوال ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ لکيل آهي تہ انهن گڻ راڄن
(لوڪشاهي راڄن) ۾ اختيار ڪيل ڌارين ملڪن جي نيتي بلڪل
ڪامياب هئي. انهن جا خزانا ڀريل هئا، انهن جي فوج هميشه
تيار ۽ چست رهندي هئي. انهن گڻ راڄن ۾ قاعدا ۽ قانون
بلڪل سڌريل ۽ منجهن انتظام بلڪل سٺو هو. ڇا، اهو سڀ
احوال ڪن قبيلن سان لڳو لڳي؟ اوڏان شڪ ۾ لکيل آهي
تہ گڻ راڄ، راڄائي راڄ جي بنهہ ابتڙ آهي. ڀلا انهيءَ سٽ جي
معنيٰ ڇا؟ گوتم ٻڌ جي وقت ۾ اتر هندستان جا ڪي واپاري
ڏکڻ هندستان جي هڪ راجا وٽ ويا. راجا انهن کان پڇيو تہ
"هن وقت اتر هندستان ۾ ڪهڙا راڄائون آهن؟ هنن چيو تہ
"مهاراج! ڪي ملڪ راجائن جي هٿن ۾ آهن ۽ ڪي گڻن جي
هٿ هيٺ آهن[1]. هن جواب مان ظاهر آهي تہ گوتم ٻڌ جي

---

1 Ed. Speyer, Petrograd, 1902, II P.103

زماني ۾ به اتر هندستان جي ڪن ڀاڱن ۾ راجائي راڄ ۽ ڪن ۾ لوڪشاهي راڄ قائم هئا.

مان هن بيان ۾ مها ڀارت جي جنگ کان پوءِ واري زماني کان وٺي عيسوي سنه جي شروعات تائين سنڌ جي راڄنيتيءَ لي لکڻ ويٺو آهيان ۽ اهيءَ ڪري مون کي مها ڀارت جي زماني ڏانهن به نهارڻو پوندو. وياڪرڻ آچاريه پاڻني رشي هندستان جي لوڪشاهي راڄن جو بيان ڀت ڀت آڻيندي لکي ٿو ته اهي لوڪشاهي راڄ واهيڪ ديس ۾ هوندا هئا. پروفيسر سلوين ليوي چوي ٿو ته واهيڪ ديش مها ڀارت ۾ پنجاب کي چيو ويو آهي [1]. پر انهن نه آهي. واهيڪ لفظ پنجاب ۽ سنڌ سان گڏيل آهي. مها ڀارت جي ڪرڻ پرو ۾ صاف چيو ويو آهي ته اهي لوڪشاهي راڄ

پنچانا سنڌو شهتانا، لندي تايمنتر آشرتا

پاڻني رشي نه صاف چوي ٿو ته پنجاب جي پنجن ندين ۽ سنڌ ونديءَ جي وچ ۾ جيڪو ديس آهي تنهن کي واهيڪ ديس سڏيو ٿو وڃي. مسٽر جائسوال به پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته ملتان جا مالو ۽ انهن جا پاڙيسري ڪمدرڪ کمتري پنجاب ۽ سنڌ جا رهاڪو هئا ۽ اهي ٻئي قومون بلڪل آزاد لوڪشاهي راڄ ۾ هيون. ولسينٽ اسمٿ به ۱۹۰۳ جي جنرل آف رائل ايشيائڪ سوسائٽي جي ٦٨٥ صفي ۾ قبول ڪيو آهي ته مالو ۽ کمدرڪ سنڌ جا رهواسي هئا.

جنهن صورت ۾ مها ڀارت ۾ صاف طور اتر سنڌ جي ڀاڱي ۾ لوڪشاهي راڄ کي قبول ڪيو ويو آهي ۽ خود عيسوي سنه کان اٽڪل ۵۰۰-٦۰۰ سو سال اڳ پيدا ٿيل پاڻني رشي پنهنجي

1 Sylvain—Levi Indian antiquity Vol.xxxv P. 12

سنسڪرت وياڪرڻ ۾ لکيو آهي ته واهيڪ ديس يعني ڏکڻ
پنجاب ۽ اتر سنڌ ۾ اهڙا لوڪشاهي راڄ هئا جن کي "آيڌ جيون"
سڏيو ويندو هو، انهيءَ ڪري اسان کي قبول ڪرڻو پوندو ته
عيسوي سن کان اٽڪل ٽي هزار سال اڳ ويندي پاڻيني رشيءَ
تائين سنڌ جي اتر واري حصي ۾ لوڪشاهي راڄ قائم هئا. سڪندر
سان گڏ آيل موسيد وليا جي الهاس لکڪن به لکيو آهي ته
اسالجن ڏيهن ۾ به سنڌ جي انهيءَ حصي ۾ لوڪشاهي راڄ
قائم هئا. انهيءَ ڳالهه جي خلاصي اپنڌ مان اڳتي هلي ڪندس.
باقي هيٺ ايترو لکڻ واجب ٿيندو ته مها ڀارت کان عيسوي سن
جي شروعات واري زماني تائين يعني اٽڪل ٽن هزارن سالن جي
عرصي ۾ سنڌ جي اتر ۾ مالو ۽ ڪيدرڪ جاتين جا زبردست
لوڪشاهي راڄ قائم هئا.

هتي اها ڳالهه صاف ڪرڻ گهرجي ته پاڻني رشي سنڌ
جي انهن لوڪشاهي راڄن کي ٻن قسمن ۾ ورهايو آهي. هڪڙا
اهي راڄ جهڙوڪي "آيڌ جيون" هئا، يعني جن لوڪشاهي راڄن
۾ هٿيار بند ڪشترين جي ساري سر هئي، مثلا ملتان جا مالو ڪيدرڪ؛
۽ ٻيا "اڀجيون" مثلا الور لواسي سنڌي. انهيءَ لوڪشاهي
راڄ ۾ انهن ماڻهن جي سرسي هئي جن جو ٽورو مدار هٿيارن
تي هو، باقي کيتي وغيره جو ڌنڌو ڪندا هئا-[1]. موسيد وليا
جي لکڪن به سڪندر جي ڪاهه جو احوال لکندي اها ڳالهه
ڏيکاري آهي ته جنهن وقت سڪندر الور جي علائقي ۾ آيو
تنهن وقت ان علائقي جا رهاڪو موسيڪانس (سنسڪرت -
مچوڪرڻ) کيتيءَ ۾ رڌل هئا.

منجهين بيان مان اها ڳالهه به ظاهر ٿي لڳي ته براهمڻ سنڌ

1 Starbo xv on mousikanos

جي اتر واري ڀاڱي ۾ يعني ملتان ۽ ان جي آسپاس رهندڙ ڪمتري فقط هٿيارن جو ڌنڌو ڪندا هئا، باقي ٻراهمڻ سنڌ جي وچ جا رهواسي يعني الور ۽ روهڙي لواسي هٿيارن سان گڏ ڪمتي ٻاري جو ڪم به ڪندا. انهيءَ مان اهو انومان نڪري ٿو ته ملتان طرف ڪمترين جو، ۽ الور لوڙي روهڙيءَ طرف ونڻن يعني ڀائمبدن جو زور هو. ڪٿن به ٻراهمڻ مشرقي ودوان اتر سنڌ ۾ ٻراٽي ٻه لڳ جا لوڪشاهي راڄ تسليم ڪيا آهن.

هاڻي هاٽي ڀاٽي ۽ مها ڀارت واري زماني کي ڇڏي سڪندر جي سمي تي ٿا اچون. مغرب جي اتهاسڪارن سنڌ جي راڄنيتيءَ جو پنهنجن ڪتابن ۾ چڱو ذڪر ڪيو آهي. هنن پنجاب جي راڄائن ۽ رياستن جو احوال ڏيندي سنڌ جي ڪمدرڪ، مالو ۽ شمي جاتيءَ جي علائقن جي راڄنيتڪ تصوير چٽڻ شروع ڪئي آهي. مسٽر ڪاشي پرساد جائسوال جو چوڻ آهي ته سڪندر موت ڪانئندي سنڌو نديءَ جي ڪناري بلڪ بلوچستان جي سرحد تائين جن ملڪن مان لنگهيو انهن ۾ لوڪشاهي راڄ هئا [1]. انهن سڀني ۾ طاقتور مالو ۽ ڪمدرڪ هئا، جن کي گريڪ اتهاسڪارن ملوئي ۽ آڪسيدرڪائيءَ جي نالي سان لکيو آهي. انهن ٻنهي جاتين جي هڪ ئي حڪومت هئي. ايرين ساڪ لکيو پئي ته اهي ٻئي جاتيون بهادريءَ ۾ لاثاني هيون ۽ سندن طبيعت جنگي هئي. سڪندر سنڌ ۾ اول ملوئي يعني مالون جي علائقي (ملتان) ۾ ويو جتي ڪيس پر ۾ وسمل سموئي (شمي) ڏسڻ ۾ آيا [2]. ڊايو ڊورس چوي ٿو ته انهن ۾ ڪو راجا ڪونه هو ۽ باقي سڀ عهدا شهرواسين ٿي سنڀاليا [3]. هن مان ثابت ٿيو

1 Hindu Polity P. 62

2 Curtius Bk. Ix; 4.

3 Diodorus xvii,P.96

ته سنڌ جي اتر ۾ وهندڙ مالو ۽ ڪمدرڪ ماڻهن جي علائقي سان
گڏ شمير (هاڻوڪي سبي) ۾ به لوڪشاهي راڄ هو. ٻيو
هتي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته مالو ۽ ڪمدرڪن جي
گڏيل لوڪشاهي راڄ ۾ ڪو الڳ ڏنڊ لڳل ڪونه هو.
ٻه جدا جدا جالمون هوندي به ٻنهي قسمن جي ڪمترين جي
ٻاڻ ۾ اهڙي ته ايڪتا هئي جو سندن هڪ لک فوج جون لال
اکيون ڏسي ”گريڪ فوج جي ڏوڻ ڏڪي وئي ...... جنهن
وقت سڪندر جي گريڪ فوج کي خبر پئي ته پنجاب ڇڏڻ
کان پوءِ به اسان کي (سنڌ جي) الهيءَ زبردست سمدا سان
مقابلو ڪرڻو پيو آهي جنهن جو ثاني شايد ئي سڄي هندستان
۾ ڪو هجي، تنهن وقت هو اڳتي وڌڻ کان ماڻهن ۾ ڪڏي پيا ۽
پنهنجي بادشاهه خلاف بغاوتي گفتا ڪرڻ لڳا.“ اهي آهن اکر
جيڪي ڪرٽمس پراچين الهاسڪار لکيا آهن، جنکي مئڪڪرنڊل
دهرايو آهي.

هتي ٻي ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ لائق آهي. مغرب جو پراچين
الهاسڪار ڪرٽمس لکي ٿو ته مالون ۽ ڪمدرڪن جي گڏيل فوج
جنهن سڪندر سان مقابلو ڪيو، ان جو هڪ دلير سيناپتي
چوانڊيو ويو. هن جي معنيٰ ته سرڪاري وڏا وڏا عهدا به فقط
لياقت جي خيال کان چونڊ ڪري ڏنا ويندا هئا، جا ڳالهه اڄ
ڪلهه جي لوڪشاهي حڪومتن ۾ به نظر ٿئي اچي.

ايئن لکي ٿو ته جنهن وقت مالون ۽ ڪمدرڪن سڪندر
سان صلح ڪرڻ لاءِ ڳالهيون هلايون تنهن وقت هنن پنهنجن
علائقن جي گورنرن ۽ شهر جي چونڊيل عوضين کي سڪندر
ڏانهن روانو ڪيو. انهن کي صلح ڪرڻ جون مڪمل اختياريون
ڏنيون ويون هيون. مالو ثالي سنڌي ڪمترين لسمع ته گريڪ
الهاسڪارن ايتري قدر به لکيو آهي ته اهي ڊائيمسس (شايد

شري ڪرشڻ جي ڀاءُ بلرام) جي زماني کان ٻهه آزاد رهندا ٿي آيا. مالو، ملتان ۾ ۽ ڪمدرڪ ملتان جي اتر ۾ رهندا هئا، جن مان اڳئي لکي آيو آهيان.

سڪندر جڏهن ڏکڻ ڏانهن وڌيو تڏهن ڪمس ۴۰ هزار پيدل ۽ ۳ هزار گهوڙيسوار اڳ سمهي گڏيا. گريڪ اتهاسڪارن هنن کي انگلسوئي ڪري لکيو آهي. ڪرٽس جو چوڻ آهي ته هو جنهن وقت سڪندر جو مقابلو نه ڪري سگهيا، تنهن وقت هنن واچهولن جي جوهر رسم جي مدد ورتي يعني مرد ۽ زالون چکائن تي چڙهي ملڪ مٿان قربان ٿي ويا. ڏنهه آهن اهي سنڌواسي جن غلاميءَ جي زندگي بسر ڪرڻ کان موت کي ڇمي ڇمن تي رکيو. گريڪ اتهاسڪارن ۽ ڪئونٽيه رشيءَ هن علائقي کي ٻه رعمتي راڄ لکيو آهي.

انهيءَ علائقي کان هوءِ گريڪ سمها ڪي اٿستنوئي ناني لوڪشاهي راڄ ڏسڻ ۾ آيو. انهيءَ راڄ کي سنسڪرت ۾ امبشت سڏيو ويو آهي. ڪرٽس انهيءَ لوڪشاهي راڄ جي ماڻهن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته "اهي هندستان جي ڪنهن به قوم کان بهادريءَ ۽ شمار ۾ گهٽ ڪين هئا ۽ انهن جي حڪومت لوڪشاهي اصول تي هلي رهي هئي. انهن جي فوج ۾ ٦٠ هزار پيدل ٦ هزار گهوڙيسوار هئا. تنهن کان سواءِ وٽن پنج سؤ رٿ به هئا. هنن سڪندر سان مقابلي لاءِ وڏا ناڪا بهادر سپهالتي چوليا هئا."

سڪندر جنهن وقت هنن سان ڳالهه ڪئي تنهن وقت پنجاه عوضمن سانٽس ايلچي طور ڳالهيون ڪيون. انهن عوضمن سڪندر کي ٻڌايو ته اسانجن وڏن بزرگن اسان کي جنگ نه ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. انهيءَ مان اها معنيٰ ٿي نڪري ته سنڌ جي انهيءَ حصي ۾ ان وقت ٻه ڪائونسلون هيون. هڪ

وڏي هڪ ننڍي. ننڍي ڪائونسل جا عيوضي وڏي ڪائونسل (يعني اپر هائوس) جي حڪم ۽ صلاح مصلحت لاءِ ٻڌل هئا.

انهن امبشٽ سنڌي راڄوڙن نسبت پتنجلي ۽ مهاڀارت گهڻو ذڪر ڪيو آهي، ۽ اتي اٿمن لکيل آهي ته هنن وٽ راڄائتي حڪومت هئي. پر ڏسجي ٿو ته وقت گذرڻ تي شبي علائقي وارا هو به لوڪشاهي راڄ جا شائق ٿيا آهن. انهن جي پرسان ڪمتروني جي علائقي ۾ به لوڪشاهي راڄ هو. هتي جي ماڻهن کي سنسڪرت ۾ ڪمتري سڏيو ويو آهي. ڪوٽليه جي ارٿ شاستر ۾ به هنن ماڻهن کي ڪمتري سڏيو ويو آهي. مسٽر ڪاشي پرساد جائسوال پنهنجي انگريزي ڪرنٿ ۾ لکيو آهي ته اڄ ڪلهه جا سنڌي کتري انهن ڪمترين جي سنتان آهن. ڪوٽليه صاف لکيو آهي ته انهن کي راڄا ٿيڻ وارو ڪونه هو. (ارٿ شاستر اڌياءِ ١١ صفحو ٣٧٦) ڪمتري علائقن کانپوءِ سنڌ جي اساروني علائقي ۾ به لوڪشاهي راڄ هو. پر ارين کانسواءِ ٻيو ڪو به براهمڻ الهاسڪار اها ڳالهه قبول نٿو ڪري. ڊي. سيمڪ مارٽن چوي ٿو ته انهيءَ علائقي ۾ وساتي جاتيءَ جا راجپوت رهندا هئا، جن جو مهاڀارت جي سڀا پرو ۾ ذڪر آهي. مهاڀارت ۾ انهن راجپوتن کي ڪمدرڪن ۽ مالون جو ڀاڙيسري ليکيو ويو آهي. ڪوٽليه ۽ پتنجليءَ، وساتي جاتيءَ جي ماڻهن کي شبي جاتيءَ جي سنڌين جي پاڙي ۾ رهندڙ چيو آهي. ڪيترن به، اهي ماڻهو سنڌواسي هئا تنهن نسبت دليل جو ڪو به ودوان اعتراض نٿو اٿاري؛ بلڪ پويان به هندستاني آچاريه ته انهن کي لوڪشاهي آزاد قوم اعلان ٿا ڪن.

وساتين کانپوءِ موسيڪاني علائقو ٿي آيو. هن علائقي نسبت پڪ سان نٿو چئي سگهجي ته اتي ڪو لوڪشاهي حڪومت هئي. سڪندر جي ساٿين موسيڪاني جاتيءَ جي هندن جي

علائقي يعني الور جي راجا جي قاعدي قانون جي ڏاڍي ساراه ڪئي آهي. ”هو هنر کي ڏاڍو پسند ڪندا هئا ۽ لڙائيءَ کي بي رحمي سمجهندا هئا.“ انهيءَ جي معنيٰ اها ٿي ته شايد الور ۽ سڪندر جي سمي ۾ ٻڌ ڌرم جو ڏاڍو زور هو. انيجا ماڻهو پاڻ ۾ گڏجي کاڌو کائيندا هئا، جنهن رسم جو اثر وي‍د ۾ ذڪر آهي. ليسن مهاشه ۽ سنڌ جي هاڻوڪن ڪن اڻ ڄاڻ اتهاسڪارن هنن کي موشڪ يعني ڪوئي جي ڪنن وارو ڪري سڏيو آهي، ۽ مون اڳيئي لکيو آهي ته انهن جو درست نالو (سنسڪرت جي ڪاشڪا موجب) موچوڪرڻ هو، ۽ سندن علائقي جو نالو موچوڪرڻڪا هو.

الور جي ويجهو سڪندر جي سمي ۾ سمماس ۽ پرستي علائقه هئا جنهن راجائي راڄ هو. مهاڀارت ۾ گريڪن جي هن پرستي علائقه کي پرسٿلا ڪري لکيو ويو آهي.

مٿين حڪومتن کانپوءِ گريڪ اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته سڪندر برچمنوئي (Braehmanoi) قوم کي تباه ڪيو. ڊايوڊورس ۽ ايرين انهيءَ ملڪ لاءِ لکيو آهي ته اهو ديس برهمڻن جو هو. پتنجليءَ پنهنجي مها ڀاش ۾ هن اکر جي تشريح ڪندي لکيو آهي ”براهمناڪو نااما جنپداهه“ منهنجي نظر ۾ اهو شهر پوءِ جو مشهور ٿيل برهمڻ آباد آهي جنهنکي مسلمان لکڪن ايران جي هڪ بادشاه بهمن جو وسايل سڏيو آهي. گريڪ اتهاسڪارن هن شهر يا علائقه جي سڀني ماڻهن کي برهمڻ سڏيو آهي، ڇاڪاڻ ته هنن جي مغز ۾ اها هوا ويٺل هئي ته هتي ڪن ڄاتين جي نالن تي علائقن جا نالا پوندا هئا. درحقيقت ۾ سنڌ يا هند اندر علائقن جي نالن تي انهن ماڻهن کي سڏيو ويندو هو. مثلا سنڌي، پنجابي، مارواڙي.

مثئون ذڪر ڪيل برهمڻ آباد جي آزاد علائقي، سڪندر کي ماءُ جي ٿنڀ ياد ڏياري ڇڏي هئي. پلوٽارڪ، سڪندر جي حياتيءَ تي لکندي چئو آهي ته انهيءَ علائقي جي فلاسافرن (ودوانن) سڪندر کي گهڻ لڳ نه ڪيو. هنن آسپاس جي سڀني علائقن کي سڪندر جي خلاف بغاوت جي جهنڊي بلند ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو، جنهنڪري هن هزارن براهمڻن کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو.

سنڌو ندي‌ءَ جي ڊيلٽا ۾، سنڌ جي بنهه ڏکڻ ۾ پٽال نالي هڪ رياست هئي. سڪندر انهيءَ شهر ۾ اچي وارد ٿيو تنهنکان اڳ سڄي شهر جا ماڻهو شهر خالي ڪري ويا. ڪن ڏسڻ ۾ آيو ته مٿان سڪندر کين پنهنجي اڏين بٺائي. هند ۽ سنڌ جي لڏين رعيتي راڄن جو اهو هڪ دستور ٿي ويو هو جو هو ڪنهن جي به غلامي قبول ڪرڻ کان ماڳهين ملڪ مان لڏي هجرت ڪري ويندا هئا. مها ڀارت جي زماني ۾ پٽال شهر واسين وانگر ورشني جاتيءَ جا چندروڻشي، شري ڪرشڻ جي اڳواڻيءَ هيٺ مگڌ جي راڄا جرا سنڌ جي غلامي قبول ڪرڻ کان ماڳهين متوا ڇڏي دوارڪا ۾ وڃي وسيا. شبي جاتيءَ جا ڪمتري پراچين سيڪ ۽ پنجاب ڇڏي راجپوتانا ۾، ۽ ملتان جا مالو، مالوا ۾ انهن سا ڳين سمين ڪري هجرت ڪري ويا ٿا ڏسجن. ڪرٽس جو چوڻ آهي ته پٽال جو راجا مورس (Moeres) هو. شايد سنسڪرت جي ڳڻ پاٺ ۾ ڪم آيل مرا شبد مان اهو اکر گهڙيو ويو آهي. گڻ راڄن مهود ڏي گرلت جي ليڪ، ورڌ مان ۾ لکيو آهي ته پٽال رياست ۾ راجا چونڊيو ويندو هو. ڊايوڊورس پٽال شهر جي سياسي قانون ۽ انتظام جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته:- ”انهيءَ شهر ۾ اسپارٽن جهڙو قانون چالو هو. جاڪاڻ ته هن هنڌ فوجن جي اڳواڻي ٻن خانداني راجائن کي ڏني ويندي

هئي، جي جدا جدا خاندانن جا هئا. انهن راجائن جي مٿان عام جي بزرگ عمو ضمن جي هڪ ڪائونسل هئي، جنهنکي ملڪ جي راجنيتڪ ڪاروبار جون مڪمل اختياريون مليل هيون گريڪ مسافرن جنهن شهر کي پٽال (Patala) سڏيو آهي، انکي هن وقت حيدرآباد چيو ٿو وڃي. اها به حيدرآباد کي ڪن ڪتابن ۾ پتال پوري نالي سان لکيو ويو آهي. (ڏسو مئڪڪرنڊل اتهاس صفحو ٣٥٦) سنسڪرت جي گرنٿ ڀاڳوت ۾ هنکي پاٽالن سڏيو ويو آهي. ڪنهن هنڌ پاٽال پرست به لکيو ويو آهي. پتنجليءَ هن شهر کي واهيڪا پوري يعني دوابي جي صفت سان ياد ڪيو آهي. مسٽر ڪاشي پرساد جائسوال لکيو آهي ته پنجاب ۽ سنڌ جي جنهن حصي ۾ گريڪ فوج پهچي قدم رکيا، انهي گهڻن حصي ۾ لوڪشاهي راڄ هئا. انهيءَ بعد هنن هنڌن تي راجائي راڄ به هو، جن مان مکيه هئا پورس ۽ ابهسار.

مٿي جن رياستن ۽ علائقن ۾ لوڪشاهي يا راجائي راڄ هئا، تن جو خلاصو بيان ڪيو ويو. هاڻي ڏسڻ گهرجي ته لوڪشاهي ۽ راجائي سرشتي هميشه سنڌ ۾ عيسوي سنه کان اڳ، ڪهڙو قانون ۽ انتظام چالو هو. مون مٿي جيڪو بيان قلمبند ڪيو آهي، انهي پڙهڻ سان معلوم ٿيندو ته پراچين سنڌ ۾ عيسوي سنه کان به چار صديون اڳ ۽ مهاڀارت ڪال ۾ قسمن قسمن جو قانون چالو هو. اهي قانون ماڻهن جي گهرجن ۽ حالتن موافق ٺاهيا ويندا هئا. مثلاً، سنڌ ۾ عيسوي سنه کان اٽڪل چار صديون اڳ، امبشت علائقي ۾ (هاڻوڪي ڀاولپور وٽ) اهڙو لوڪشاهي راڄ قائم هو جنهن ۾ ننڍي ۽ وڏي ڪائونسل يعني ٻه ڪائونسلون هيون، جيئن اڄ ڪلهه مرڪزي حڪومت ۾ مرڪزي اسيمبلي ۽ ڪائونسل آف اسٽيٽ ٻه جدا ڪائونسلون آهن. اڄ ڪلهه ڪن پرانتن ۾ به ٻه اسيمبليون يا ڪائونسلون چالو آهن. پر انهن کي

فوج جي معاملي ۾ دست اندازي ڪرڻ جي اختياري ڪانه آهي.

هيڏانهن براهمڻ اپر سنڌ جي اهميت علائقي جي لوڪشاهي راڄ ۾ ماڻهو جنگ جي موقعي لئي پنهنجا سيناپتي چونڊيندا هئا، جا ڳالهه گريڪ ليکڪن جي حوالن ۽ سڪندر سان لڙيل سنڌ واسين جي جنگين مان چڱيءَ ريت ثابت ٿي ٿئي. انهيءَ زماني ۾ هر ڪنهن بالغ ماڻهوءَ کي رائي يا ووٽ ڏيڻ جو سڌو حق هو.

پٽال (حيدرآباد) شهر جو قانون، هن وقت جي انگريزي لوڪشاهيءَ سان بنهه ملي ٿي آيو. جيئن انگلينڊ جو سمورو راڄ ڪاروبار انهيءَ پارليامينٽ ۽ سندس وزارت هلائيندي آهي، جي باقي بادشاهه رڳو نالي جو قانوني اڳواڻ آهي، تيئن سڪندر سمي ۾ پٽال رياست (حيدرآباد) ۾ راجا فقط نالي جو هو، باقي ڪاروبار جون مڪمل واڳون بزرگن جي ڪائونسل کي سونپيل هيون. انگلينڊ جي هاڻوڪي بادشاهه ۽ پٽال رياست جي راجا جي وچ ۾ تفاوت فقط اهو هو، جو انگلينڊ جو هڪ بادشاهه پيڙهيءَ نه پيڙهي هلندو اچي، پر سڪندر جي زماني ۾ پٽال پريءَ ۾ ٻن راجائن کي پيڙهيءَ نه پيڙهيءَ گديءَ لئي وهاريو ويندو هو، جي جنگ جي موقعي لئي فوج جي ڪمان ڪندا هئا. مهاڀارت ۾ اهڙين حڪومتن جو بيان آهي جتي لوڪشاهي راڄ ۾ خانداني راجائون به هوندا هئا.

پٽال رياست جا راجائون، عام ماڻهن جي چونڊيل معزز ماڻهن جي ڪائونسل سان جوابدار رهندا هئا، جي وري عام چونڊڪن سان جوابدار هئا. مطلب ته پٽال ۾ انوقت لوڪشاهي ۽ آئينشاهيءَ جو گڏيل راڄ قائم هو، جيئن هن وقت انگلينڊ ۾ آهي. پر اها ڳالهه هرگز وسارڻ نه گهرجي ته آخرين اختياري وري به ڪٿن يا سڀڪهه يعني عام ماڻهن جي عوضين جي هٿن ۾ هئي.

سنڌ جي ڪن لوڪشاهي حڪومتن ۾ ڪاروباري اختياريون وڏي ڪائونسل جي حوالي هيون ۽ ڪن حڪومتن ۾ رواجي پارليمينٽ يا گڻن جي حوالي هيون. گريڪ اتهاسڪارن لکيو آهي ته پٽال رياست اندر وڏي ڪائونسل کي سڀ کان وڌيڪ اختياريون آهن.

مهاڀارت ۾ چيل آهي ته گڻ راڄ يعني پراچين ڀارت جي لوڪشاهي حڪومت ۾ سڀ کان وڌيڪ ڏکيائي اها هئي ته ڪئين ڪائونسل اندر هلندڙ ڪارروائي ۽ فيصلا مخفي رکيا وڃن. اهڙيءَ ڪري اهڙيءَ گرنٿ ۾ اها صلاح ڏني ويئي آهي ته حڪومت جي نيتي وغيره اهم ڳالهين لئي عام گڻن يعني ننڍي ڪائونسل ۾ ويچار نه ڪيو وڃي، بلڪ اها ڳالهه فقط وڏن بزرگن ۽ اڳوانن سان ڀريل وڏي ڪائونسل اندر زير ويچار آندي وڃي.

ڪن هنڌن تي وڏا وڏا سردار، يا گڻن جا اڳوان ڪاروباري ڪائونسل يا وزارت ٺاهيندا هئا. ڪٿي ملڪي اختياريون ورهايون وينديون هيون. ڪي اختياريون هيٺين ڪائونسل کي، ڪي اختياريون مٿين ڪائونسل کي مليل هونديون هيون. مٿين ڪائونسل جي ميمبرن کي سنسڪرت ۾ ورڌ (بزرگ يا پوڙها) سڏيو ويندو هو. پر ورڌ اکر جي معني فقط عمر ۾ وڏو نه، بلڪ علم ۾ به وڏو سمجهيو ويندو هئي. مهاڀارت ۾ ته ڪن ننڍن نوجوانن کي به سندن لياقت ۽ وديا سبب ورڌ سڏيو ويو آهي.

مهاڀارت ۾ انهن به ڏيکاريل آهي ته اهڙيءَ زماني ۾ گڻ يا پارليمينٽ هر ويرو ڪاروباري اختياريون وزارت يا ڪاروباري ڪائونسل جي حوالي نه ڪندي هئي. هو پنهنجن هٿن ۾ به اختياريون رکندا هئا. سنڌ جي امبشٽ، مالو ۽ ڪيدرڪ لوڪشاهي حڪومتن ۾ اها رسم چالو هئي. اهو وقت عام ماڻهن جي عوضين

کان اختياريون ولي وزيرن يا ڪائونسلرن جي حوالي ڪرڻ کي
لوڪشاهي اصول جي پيڪڙي سمجهيو ٿي ويو.

اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ کپي ته سڪندر جي زماني ۾
سنڌ جي جن ٻن ٽن حصن ۾ راڄائي راڄ هو، انهن راڄائون
جيتوڻيڪ موروثي ورثي موجب پيڙهيءَ به پيڙهيءَ چونڊيا
ايندا هئا، مگر اهي عام ماڻهن جي عوضين يعني گڻن سان
جوابدار رهندا هئا. انهيءَ بيان موجب سنڌ جي جن حصن ۾
سڪندر جي سمي ۾ راڄائي راڄ هو، اهو به لوڪشاهي اصول
سان گڏيل هو. ڪنهن به راڄا کي غير محدود اختياريون
هرگز ڪين هيون. انهاس تي نظر ثاني ڪرڻ سان معلوم ٿيندو
ته ويدن جي اوائلي زماني ۾ راڄائن کي غير محدود اختياريون
حاصل هيون ۽ مگر جيئن جيئن وقت گذرندو ويو تيئن تيئن ماڻهن
۾ لوڪشاهي متي لاءِ پريم وڌندو ويو.

هاڻي ڪو به ماڻهو اهو سوال پڇي سگهي ٿو ته سڪندر
ڪاهپوءِ جو سنڌ تي موريه گهراڻي جي چندر گپت، بندوسار ۽
راڄا اشوڪ جو راڄ قائم ٿيو، انهن جي ڏينهن ۾ سڪندر جي
سمي وارا لوڪشاهي راڄ ڪيڏانهن غائب ٿي ويا؟ ڪي ماڻهو
ائين سمجهندا هوندا ته انهن راڄائن جي ڏينهن ۾ سنڌ جا لوڪشاهي
راڄ ناس ٿي ويا هوندا. پر حقيقت ائين نه آهي.

چندر گپت جو سڪالي يا چتر وزير ڪوٽليه، پنهنجي ارٿ
شاستر ۾ چوي ٿو ته جن هنڌ گڏيل ماڻهن جو راڄ هجي، اتي
انهن جو راڄ سالم ڇڏيو وڃي، باقي جن هنڌ عام ماڻهن جو
گڏيل راڄ نه هجي، اتي قوت وجهي راڄائي راڄ ڪڙو ڪيو
وڃي. هن مان ظاهر ٿيو ته چندر گپت بلڪ موريه گهراڻي جي
حڪومت وقت سنڌ جي لوڪشاهي حڪومتن کي هٿ نه
لاتو ويو هوندو، جاڪاڻ ته اهي ڪوٽليه جي راءِ موجب گڏيل.

ماٺهن جو راڄ هئو. الهاس مان ته صاف ظاهر آهي ته سنڌ جا ڪجهه ڪ، مالوو ۽ امبشت لوڪماهي راڄ، موريه گهراڻي جي راڄائن جي زماني ۾ بلڪ ان کان پوءِ به زندهه ۽ ساوا سبز هئا. هان، ممڪن آهي ته ڪي ننڍا لوڪماهي راڄ، ان وقت جي چڪوورتي راڄائن جي حڪومت ۾ هضم ٿي ويا هجن.

# باب ڇهون

## پراچين شهر ۽ ڪنڊهر

مون ٻئي ڀاڱي ۾ اٽڪل پنج هزار سال جي جهوني
مهن جي دڙي جو بيان درج ڪيو آهي. هن هنڌ مان ڪن
اهڙن پراچين شهرن يا ڪنڊهرن جو بيان قلمبند ڪريان ٿو، جيڪي
منهنجي راءِ ۾ انهيءَ زماني جا وسيل آهن، جنهن زماني جو مون
هن ڀاڱي ۾ بيان لکيو آهي. يعني منهنجي راءِ موجب اهي
پراچين شهر مهاڀارت کان پوءِ، ۽ عيسوي سن کان اڳ جا ٿيل
۽ وسيل آهن. انهن پراچين شهرن جي ڪنڊهرن جي بيان پڙهڻ
سان اسانکي انوقت جي سنڌي سڀيتا جي گهڻي قدر خبر
پئجي سگهندي.

منهنجي نظر ۾ مهن جي دڙي کانپوءِ الور جو شهر آهي،
جو ٻين شهرن يا ڪنڊهرن کان وڌيڪ جهونو آهي ۽ انهيءَ
ڪري سڀ کان اڳ انهيءَ ڪنڊهر تي روشني وجهڻ
ضروري ٿيندو.

الور، برهمڻ آباد ۽ ڪاهوءَ جو دڙو، اهي ڪنڊهر آهن
جيڪي مان اتهاسڪ زماني جا شهر ۽ ڪنڊهر ڪري مڃان ٿو، ۽ اهي
سنڌ جي ٻنهي پراچين شهرن مان آهن. سنڌ جي پراچين اتهاس ۾
انهن جو بيان انوقت اچي ٿو جنهن وقت سڪندر اعظم هن

علائقي مان لڏي وطن ڏانهن روانو ٿيو. اهوئي سبب آهي جو اروڙ ۽ برهمڻ آباد جي کنڊهرن کي بلڪل براهمڻ سمجهي مان هن ڪتاب ۾ انهن جو بيان ڪرڻ واجب ٿو سمجهان.

اروڙ جنهن کي اڄ ڪلهه الور جي نالي سان سڏيو ٿو وڃي، روهڙي شهر کان اٽڪل پنج ميل اوڀر ڏکڻ طرف آهي. سنڌ جي جدا جدا اتهاسن ۾ هن شهر جو نالو جدا جدا روپن ۾ لکيو ويو آهي. ڪن اتهاس لکڪن هنکي الزور، ڪن الروز، ڪن ڏر، ڪن الور، ڪن الدڙ ۽ ڪن اَلدر ڪري سڏيو آهي. مسٽر ايمڪ چوي ٿو ته درست نالو ماڻهن رور آهي جنهن مان پوءِ روري (روهڙي) شهر جو نالو نڪتو * منهنجي خيال ۾ درست نالو اروڙ آهي، جنهنجو اروڙ راجپوت جاتيءَ سان لاڳاپو آهي. سنه ١٩١٦ ۾ پنجاب پرانت جون جاتيون (Punjab Castes) نالي هڪ انگريزي ڪتاب ڇپيو آهي، انهيءَ ۾ ڏيکاريل آهي ته جيئن ملتان ۽ لاهور جا کتري ملتاني ۽ لاهوري سڏائين ٿا، تيئن اروڙ جا کتري اروڙ ونشي سڏائيندا آهن. اروڙ جو شهر اتهاسڪ ثابتيءَ موجب سڪندر اعظم کان به اڳ واري زماني کان، عربن جي آخرين ڪاهه تائين سنڌ جي راڄڌاني ٿي رهيو آهي. اروڙ جي ڦٽڻ کانپوءِ هيءُ شهر روهڙيءَ جي نالي سان پرسڌ ٿيو. پر اها ڳالهه وسارڻ نه گهرجي ته اروڙ هاڻوڪي روهڙيءَ جي جڳهه تي نه، بلڪ انهيءَ ڏکڻ اوڀر طرف هو. براهمڻ سمي ۾ سنڌو ندي روهڙيءَ وٽان نه، بلڪ اروڙ جي پرسان لنگهندي هئي. انهن ڏينهن ۾ اروڙ جو راڄ هاڻوڪي بهاولپور رياست، ۽ ملتان واري ڀاڱي تي به پنهنجي گورنر معرفت راڄ ڪندو هو. سنه ١٨٣٥ ۾ مسٽر پرلس اروڙ جي کنڊهرن جي تپاس ڪري هڪ ڪتاب لکيو جنهن ۾ هن ڏيکاريو آهي ته براهمڻ سنڌ جي مهراڻ نالي ندي اروڙ جي پرسان وهندي هئي. مسلمانن جي لکيل تاريخ- تاهري

* Elliot- History of India P.363

۽ تحفة الڪرام ۾ اهڙيءَ ڳالهه جي پٺڀرائي ڪن ٿيون ۽ لکن ٿيون ته اهو درياهه سمنڊ تائين وهندو هو. مسٽر برلس لکيو آهي ته ڪنهن وقت اروڙ جي راجائي، سمنڊ کان ڪشمير ۽ قنوج کان مڪران تائين پکڙيل هئي. ڪن اتهاسڪارن ته ائين به لکيو آهي ته اروڙ جي راجا جو راڄ سورت جي شهر کان قنڌار تائين پکڙيل هو. مڪران تي به سنڌ يعني اروڙ جي راجا راءِ ساهراس جو راڄ هو، جا ڳالهه اهڙيءَ مان ظاهر آهي جو فارس يعني ايران جي بادشاهه نمروز جي لشڪر جنهن وقت سنڌ تي حملو ڪيو، تنهن وقت سنڌي فوج ڪيس مڪران جي اولهه واري حد وٽ ئي روڪي ٻهاريو. مسٽر برٽن جيڪو سنڌ جو اتهاس لکيو آهي تنهن ۾ هو صاف لکي ٿو ته ڪاٺياواڙ جو علائقو سنڌ جي هندو راجائن جي هٿ ۾ هو.

اهو ته ٿيو عربن جي ڪاهه جو زمانو. پر عيسوي سن کان ٻه اٽڪل ٽي چار سو سال اڳ يعني سڪندر اعظم جي زماني ۾ به اروڙ جو راجا پنهنجو مٿ پاڻ هو. هن اول ته سڪندر جي يوناني فوج تي ڪا ڦلڪ ئي ڪان آندي. پر پوءِ نيٺ سڪندر سان ٺاهه ڪيائين. پر ان وقت سنڌ ۾ ديش ڀڳت براهمڻن جو گهڻو زور هو. اروڙ جي راجا کي سڪندر جي سمي ۾ هندستان جو هڪ چڱو وڏو راجا سمجهيو ويندو هو. وڏن وڏن راجائن جو هن جي نالي اڳيان ساهه قبض ٿيندو هو. برهمڻن جڏهن ڏٺو ته سنڌ جو راجا بنا جنگ جي سڪندر جي پٺ پيو آهي تن وٽي ملڪ ۾ مانڌاڻ ڪرو ڪيو. اڃا سڪندر جي سمنا سنڌ وسنا (شايد سيوهڻ) تائين مس پهتي ته اروڙ وارن ڪمترين وٽي آزاديءَ جي هلچل جو جهنڊو بلند ڪيو. سڪندر پٺان نالي پنهنجي سپه سالار کي اروڙ ڏانهن چاڙهي موڪليو ۽ گريڪ اتهاسڪارن جي

چوڻ موجب اروڙ جو راجا هزارن ديش ڀڳت براهمڻن سان گڏ
گريڪ سپاهين جي هٿان قتل ٿي ويو.

مسٽر ولسن جي اونيسڪريٽاس نالي لکت سڪندر جي
زماني واري اروڙ شهر جي شاهوڪاري، انهيءَ شهر جي اعليٰ
حڪومت ۽ ماڻهن جي، هنر توڙي ڪاريگريءَ جي ڏاڍي ساراهه
لکي آهي. ڏسجي ٿو ته اروڙ شهر جو اهو اوج عربن جي ڪاهه
تائين قائم هو، جو خود چچ نامي ۾ لکيل آهي ته اروڙ (الور)
شهر ۾ ڪيترا شاهي محلات، عاليشان مڪان، باغ، چشما، نهرون
۽ ڪشادا رستا هئا. سڄي ملڪ ۾ اهڙو هڪ به باغي ڪونه هو
جو راجا جي حڪم جي ڀڃڪڙي ڪري. ملڪ ۾ ڪو به ديوالي
قانون ڪونه هو. انهيءَ مان ثابت آهي ته ماڻهو ڏيتي ليتيءَ ۾ بلڪل
سڌا هئا. هتي جا ماڻهو حڪومت کان بلڪل چڱيءَ ريت واقف
هئا. انهن جي تندرستي اهڙي سٺي هئي جو سوا سؤ سال تائين
جيئرا رهندا هئا. سڪندر اعظم سان آيل گريڪ ماڻهن، اروڙ
نواسين کي ڳالهين جي وسيلي نانگ جو زهر ڪيئن ڏنو، جنهن
ڳالهه ڪين لڪيس ۾ وجهي ڇڏيو.

گريڪ اتهاسڪارن پنهنجي زماني جي اروڙ واسي سنڌين
کي موسيڪناس ڪري لکيو آهي جنهن لسبت يورپ جي
جدا جدا ودوانن پنهنجا جدا جدا انومان ويهي ڪيا آهن.
ميڪ ڪرنڊل صاحب جو چوڻ آهي ته اروڙ جي راجا جو
موسيڪناس نالو انهيءَ ڪري پيو جو انهيءَ ملڪ جي ڀاڱي ۾
موسيڪني جاتيءَ جا هندو رهندا هئا. لسن صاحب وري
موسيڪناس اکر سنسڪرت جي "موشڪ" اکر مان نڪتل
ظاهر ڪيو آهي، جنهنجي معنيٰ آهي ڪتو يا چور. سينٽ
مارٽن جو چوڻ آهي ته سڪندر جي سمي ۾ اروڙ شهر ۾ ماڪس
نالي جاتيءَ جا ماڻهو رهندا هئا جنهنڪري گريڪ اتهاسڪارن

الهن کي موسمڪماس ٿالي سان سڏيو آهي. اهي ماگس جالي ۽ جا ماڻهو ڪنهن زماني ۾ ڪڇ ملڪ ۾ رهندا هئا جو سنڌ جي سرحد جو ڏاکڻو پاڙو هو. پر ڪن ودوانن جو اهو رايو آهي ته گريڪ الهاسڪارن جو موسمڪماس اڪر سڪرس جي موشڪرڻ اکر مان نڪتل آهي ۽ جنهنجي معنيٰ آهي اهي ماڻهو جنجا ڪن ڪٽي جي ڪمن جهڙا نمونا آهن. ڪنهن به گريڪ الهاسڪارن جي بيان مان گهٽ ۾ گهٽ اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته عيسوي سنه کان ٿي چار صديون اڳ، اروڙ جو شهر سنڌ جي عالمشان راجڌاني هئي ۽ انجا ماڻهو شاهوڪار، عالم ۽ بهادر به هئا.

سنڌ جي براهمڻ راجڌاني اروڙ جو شهر، عربن جي ڪاهه کان به پوءِ صديون پوءِ وسندو رهيو. سنه ٩٦٢ ۾ سنڌو ندي اروڙ جي پر چڙي اوله طرف رخ رکيو ۽ هاڪڙي جتان وهي ٿي، اتان وهڻ لڳي. اروڙ جي قلعي کان پوءِ هن شهر جا ماڻهو درياهه جي ڪپ تي نئين ربت وسايل روهڙي، بکر ۽ سکر ۾ اچي رهڻ لڳا. مقيمن سنه جي جنهن درياهه جي وچ مثل نمط واري زنده پير جي مندر ۾ ٿهيل هڪ پٿر مان پوي ٿي. اهو زنده پير جو مندر هن وقت مسلمان مجاورن جي قبضي ۾ آهي جنهن ڪري ان هندو هندن جو وچڻ ٻند ٿي ويو آهي. هندن وري انهيءَ مندر جي سامهون درياهه جي ڪپ تي پنهنجو جد اورڻ پري مندر ٺهرايو آهي.

اروڙ شهر جي قلعي لسبت ڪتريون عجب ڳالهيون نمونن بڌڻ ۾ اچن. ڪن جو چوڻ آهي ته مٿي ذڪر ڪيل سنه يعني ٩٦٢ ۾ هڪ زاهد مسلمان مڪي ڏالهن ويندي پنهنجيءَ ڏيءَ سان اچي اروڙ کان لنگهيو. راجا دلو راءِ جو ان وقت آتي حاڪم هو، تنهن جي انهيءَ سهڻي مسلمان ڇوڪريءَ تي نظر

پئي. هن، الهيءَ مسلمان کان سنڌس ڌيءَ جو سڱ گهريو. مسلمان اُن ڌيئڻ جي مهلت گهري. الهيءَ وچ ۾ اهو مسلمان خدا کي ياد ڪري چوڻ لڳو ته ”يا خدا مولکي هن آفت کان بچاءِ“. الهيءَ ڪري ئي هڪ ڌيئن درياه اوچتو ئي اوچتو اتان غائب ٿي ويو.

منهنجي راءِ موجب هيءَ قصو بناوٽي آهي. سنڌ ۾ جيڪي به قديم شهرن جا کنڊهر نظر اچن ٿا، انهن سڀني لاءِ اهو چئو ويندو آهي ته اهي راجا دلوراءِ جي بداخلاقيءَ سبب ڦٽا. حقيقت ۾ سنڌو ندي جا ڪن صدين کان اوله طرف وڃ لڏي پئي رهي آهي ۽ الهيءَ ڪري پنهنجا وهڪرا بدلائيندي آئي آهي، تنهن ڪري ئي سنڌ جا ڪيترا پراچين عاليشان شهر ڦٽي ويا. اروڙ جو شهر به درياهه جي وهڪري ڦرڻ سبب ڦٽي ويو تو ڏسجي.

پراچين گريڪ اتهاسڪارن جي بيان مان ڏسجي ٿو ته اروڙ جو شهر سڪندر جي مڪاني جو عاليشان شهر هو ۽ پر هن وقت الهيءَ باري ۾ ڪن اتهاسڪارن جو چوڻ آهي ته مرزا شاه بيگ عيسوي سورهين صديءَ ۾ جيڪو بکر جو قلعو ٺهرايو، تنهن ۾ جيڪي سرون ڪم آنديون آهن سي اروڙ شهر جي کنڊهرن مان ڪڍيل آهن. مون پنهنجي سر بکر جي قلعي جي اڏاوت ڏٺي آهي جا گهڻو ڪري مسلماني ڍنگ جي آهي. ان ۾ جيڪي لڳل سرون ۽ سنهيون ڪلون سرون آهن، سي صاف ظاهر ٿيون ڪن ته اهي مسلماني زماني جون ٺهيل آهن. هائو، ڪن هنڌ ۽ قلعي جي بنياد ۾ شايد هندو زماني جون وڏيون سرون ڪتب آنديون ويون هونديون، جي ممڪن بيان موجب اروڙ جي کنڊهرن مان هٿ ڪيون ويئون هونديون.

ليفٽيننٽ ايسٽ وڪ جو اٽڪل هڪ سؤ سال اڳ اروڙ جو

ڪنڊهر ڏسڻ آيو هو، سو پنهنجي بيان ۾ لکي ٿو ته:- ” جنهن
هنڌ ڪنهن وقت راجائن جا شاهي محلات هئا، اهو شهر هاڻي
سڃاڻپ کان ئي پري ٿي ويو آهي. الور جو ڪنڊهر روهڙيءَ
کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي. رستو هڪ ٽڪر تان وڃي
ٿو. ٽڪر لتاڙڻ سان اوهان کي هڪ ننڍو ڳوٺ نظر ايندو جنهن ۾
ٻه ٽيون مسلمان ۽ هڪ ٽين هندو رهن ٿا. انهيءَ ڳوٺ کان اتر
اوڀر طرف قتل ڪنڊهرن جي لائين شروع ٿئي ٿي. همڏن شاهي
ڪنڊهرن ۾ الهاسڪ اهميت واري ڪا به شيءِ اوهان کي نظر ڪانه
ايندي...... ڪالڪا ماتا جو هڪ مندر ضرور آهي جتي هر سال
ميلو لڳندو آهي ۽ جو مندر شايد براهمڻ نظر ٿو اچي. ٻن سيدن
جي قبرن کان سواءِ انهن ڪنڊهرن ۾ ٻيون به قبرون ڏسڻ ۾
اچن ٿيون. جن مان هڪ سهاڳڻ ۽ ٻي ڏهاڳڻ جي قبر آهي.
رچرڊ برٽن ڪنهن وقت هيءَ ڪنڊهر ڏسڻ آيو هو. پر ڪنهن
به ڪنس نه ٻڌايو ته ڪهڙي سهاڳڻ ۽ ڪهڙي ڏهاڳڻ جي قبر
آهي. الور جي ڪنڊهر پاسان هڪ سماڌي آهي، جنهن نسبت
چيو ٿو وڃي ته اها سماڌي راجا ڀرتري جي آهي. راجا ڀرتري،
لياءِ ڪاري ۽ سورمي راجا وڪرماجيت جو وڏو ڀاءُ هو، جنهن
عيسوي سن کان ٥٨ سال اڳ سٿين جاتيءَ جي پرديسين کي
زبردست شڪست ڏني هئي. راجا ڀرتريءَ کي پنهنجي راڻيءَ
جي بي وفائيءَ سبب ويراڳ آيو هو، جنهن ڪري هو اجين جو
راڄ ڇڏي سادو بڻجي رٽن ڪرڻ لڳو هو. هيءَ اهو وقت
هو جنهن ۾ هن سادو راجا پنهنجا مشهور ٽي شرنگار، ويراڳ ۽
نيتي شتڪ لکيا. ڪرنل ٽاڊ پنهنجي راجستان واري مشهور اتهاس
۾ لکيو آهي ته راجا ڀرتري ڪجهه وقت سنڌو نديءَ جي
ڪناري تي سيوهڻ جي شهر ۾ رهيو، انهيءَ ڪري سنڌ ۾
هيجو ڄاڻو چڱو وڳل هوندو. چچ نامي ۾ لکيل آهي ته عربن جي

ڪاهه وقت يعني سنه ٧١٢ ۾ سنڌو نديءَ جي هڪ شاخ ڪري پوري ڇمو ويندو هو. همڌانهن سومرن جي پراڻن ڪتبن مان هڪ ڪتبي وٽ هڪ مندر آهي جو، پوريءَ جو مندر سڏيو ٿو وڃي.

اڄ ڪلهه اروڙ يا الور جي ڪتبن وٽ گرمي گهڻي ٿي ڏسڻ ۾ اچي، پر سنه ٧١٢ ۾ جڏهن عربن، سنڌ تي ڪاهه ڪئي، ان وقت هن شهر جي آب و هوا نهايت سٺي ٿي ڏسڻ ۾ آئي، چاڪاڻ ته چچ نامي ۾ ذڪر ڪيل آهي ته، برهمڻ ڪل جو آخرين راجا ڏاهر سال جا اٺ مهينا اروڙ يعني الور ۾ رهندو ۽ باقي چار مهينا برهمڻ آباد ۾ رهندو هو.

ساڌ ٻيلي جي مهنت شري هرنامداس صاحب، وڏ ڪتبي مهاراج جن جو جيڪو جيون چرتر ظاهر ڪيو آهي ۽ ساڌ ٻيلي جو مختصر اتهاس ڏنو آهي ان ۾ لکيل آهي ته اروڙ جي ڪتبن ۾ تمام گهڻو خزانو پوريل آهي. اها ڳالهه گهڻي قدر سچي نظر پئي اچي ۽ چاڪاڻ ته چچ نامي ۾ لکيل آهي ته سنڌ جي راجا راءِ سهراس کي نهايت گهڻو خزانو هو ۽ ڪمس ڪمتري پوريل ملڪيت هئي. همڌانهن گريڪ اتهاسڪارن جو به لکڻ آهي ته عيسوي سنه کان ٽي چار صديون اڳ راجا موسيڪيناس، هندستان جو هڪ وڏو چڪرورتي راجا هو.

# باب ستون

## برهمڻ آباد

سنڌ پراڻي جو هيءُ پراچين کنڊهر شهداد پور اسٽيشن کان اٽڪل اٺ ميل ڏکڻ اوڀر طرف آهي. سڄي اوله هندستان ۾ اهڙو هڪ ٻيو پراچين کنڊهر نه مليو آهي جنهن بنسبت ودوان جو هڪ ٻئي سان ايڏو متڀيد هجي، جهڙو هن پراچين شهر بنسبت آهي. پيهر گوڙي يورپ جا جيترا ودوان آهن، انهن پنهنجي پنهنجي ٻولي سان هن پراچين شهر بنسبت احوال ظاهر ڪيا آهن. هن پراڻي شهر جو احوال ڇچ نامي کان اڳ، جي ڪتابن ۾ لکيل اتهاس مان معلوم ٿو ٿئي، ٿو چئي سگهجي ته اول اروڙ ( الور ) جو شهر وسيو، ڪين برهمڻ آباد. "مجمل التواريخ" ۾ لکيل آهي ته "ايران جي گستاسپ نالي بادشاه جي ڏينهن ۾ بهمن نالي سنڌس هڪ ٻوني هندستان جي هڪ ڀاڱي تي قبضو ڪيو ...... هن هندن ۽ ترڪن جي ملڪ جي وچ ۾ هڪ شهر وسايو، جنهن کي ڪنداٻيل يا ( ڪندائيل ) ڪري سڏيندا هئا *...... ٻيو شهر هن ٻڌا † نالي

---

* اڄ ڪلهه جنهن ڳوٺ کي گنداوا سڏيو ٿو وڃي، شايد هيءُ شهر اهو ساڳيو پراچين ڪنداٻيل شهر هجي.

† مرزان قليچ بيگ هن شهر کي ٻڌيا ۽ هيگ صاحب ٻڌيا لکيو آهي.

ٻاڳي ۾ وسايو، جنهنکي "برهمڻ آباد سڏيو ويو". هڪ بيان موجب اهو شهر مشهور آهي، وڏ يڪ اشور جاڳي[1]. البت هن بيان ۾ شڪ آلدو آهي، باقي راورٽي پنهنجي ڪتاب ۾ انهيءَ بيان کي سچو سمجهيو آهي.

ايران جو بهمن، اردشير بزرگ دست هو، جنهنکي گريڪ آرٽيڪسرڪس لانگيميئس چوندا هئا. هو عيسوي سن کان ٤٦٤ سال اڳ پنهنجي ڏاڏي گستسپ جو وارث ٿيو. مسٽر راورٽي "زين الخبر" نالي تواريخ ۾ لکيل انهيءَ وقت جي اتهاس جو ترجمو ڪندي لکي ٿو ته:- "ايران جي عادل نوشيروان بادشاهه جي هٿ ۾ سنڌ جي طرف جا ڪيترا ملڪ هئا، پر اهي ملڪ ڪٿي خود سنڌ پرالت جا نه هئا. مجمل التواريخ ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي ته سڪندر اعظم جي زماني جي ڪفند نالي هڪ هندو راجا پنهنجي براهمڻ نالي ڀاءُ کي وڏي لشڪر سان منصوره فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو. انهيءَ مشهور شهر کي اڳي برهمڻ آباد سڏيندا هئا. انهيءَ راجا پنهنجي ڀاءُ کي حڪم ڪيو هو ته اتي ايراني بهمن جيڪي اگني ديوتا جا مندر ٺهرايا آهن، سي ڊهرائي انهن جي جڳهين تي پنهنجا هندڪا مندر ٺهراءِ. هتي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته لاڙڪاڻي جي پرسان کن کنڊهرن جي کوٽائي ڪندي ايران جي ساساني نسل جي بادشاهن جا ڪي سڪا لڌا ويا آهن جن ۾ هڪ پاسي بادشاهه جو مٿو ۽ ٻئي پاسي باهه (اگنيءَ) جي مورت اڪريل آهي.

پارسي يا عربي اتهاسڪارن، جن گهڻو پوءِ سنڌ جي اتهاس تي ڪي ڪتاب لکيا آهن، انهن جو صاف چوڻ آهي ته ايران جي بادشاهه گستسپ، عيسوي سن کان به اٽڪل ساڍي پون چار

1. Elliot- History of India P.106

صديون اڳ هندستان جي الهندي پاڱي تي ڪاهه ڪري، اهو ملڪ پنهنجي قبضي ڪيو. انهن الهاسڪارن جو چوڻ آهي ته الهيءَ ايراني بادشاهه ني پنهنجن پوٽن مان بهمن نالي هڪ پوٽي کي سنڌ جو راڄ ڏنو، جنهن وري پنهنجيءَ اپامڪاريءَ ۾ بهمن آباد شهر ٺهرايو، جو پوءِ برهمڻآباد سڏجڻ ۾ آيو. ڏاڏي جي مرڻ جو پڇڙي بادشاهه بهمن ايران ڏانهن روانو ٿيو ۽ وڃي تخت تي ويٺو. مرڻ وقت هن بادشاهه، ستن نالي پٽ بدران، هماني نالي راڄڪماريءَ کي ايران جو راڄ ڏنو. راڄڪمار ستن ناراض ٿي پنهنجي ڪٽنب سان سنڌ ۾ هليو آيو، ۽ اچي برهمڻ آباد ۾ رهڻ لڳو. هنجي اردپهو نالي پٽ ستن نسل جي بادشاهن جو سلسلو جاري ڪيو.

ايم- رينالڊ جنهن عربي ۽ پارسي الهاسڪارن جو مضمون بيان انگريزيءَ ۾ پيش ڪيو آهي، تنهن جو ويچار اهو چوڻ آهي ته هوئن سنگ، مشهور چيني سيلانيءَ جنهن سنڌ جي راڄڌانيءَ جو پي- چن- فو- پولو يعني وچو پرا نالو لکيو آهي، اهو ساڳيو برهمڻآباد جو شهر آهي. ڪنهن ودوان جو چوڻ آهي ته برهمڻ آباد جو اهو شهر آهي جنهن جو ذڪر ڪندي سڪندر اعظم جي زماني جي الهاسڪارن لکيو آهي ته اهو شهر برهمڻن جو آباد ڪيل آهي. عجب اهو آهي جو سڪندر جي ڪاهه جو ذڪر ڪندڙ ٽالمي نالي ڪريڪ الهاسڪار ڪان پوءِ، عربن جي ڪاهه تائين، يعني اٽڪل هڪ هزار سالن جي عرصي ۾ وري ڪنهن به مغربي ليکڪ برهمڻ آباد شهر جو ذڪر نه ڪيو آهي [1].

جيڪڏهن اسين براهمڻ آباد بابت ڏنل مضمون الهاس کي سچو سمجهون ته پوءِ حقيقت ۾ برهمڻ آباد جو سچو نالو بهمن آباد

---

1. Ancient Geography of India, P. 268-270

هٿ ڪئي وڃي. پر عجب اهو آهي جو جيئن هن پراچين اتهاس لسبيت ودوانن جا جدا جدا رايا آهن، تيئن عربي توڙي پارسي تاريخن ۾ هن هڪ شهر جا نالا به جدا جدا لکيا ويا آهن؛ ۽ اهي نالا به اهڙا آهن جو هڪ ٻئي کان ڏاڍو ڪوهه ڏور. مثلاً ڪنهن اتهاسڪار هن شهر کي ٻهمنو، ڪنهن پاممواں، ڪنهن ناممراوان، ڪنهن ممي وان، ڪنهن ممرمان، ته ڪنهن پائتواه يا ٻمنواه به سڏيو آهي.

اهي ته ٺيا عربي ۽ پارسي ودوانن جا هن شهر کي ڏنل جدا جدا نالا. پر گهڻو پوريهن عالمن به ڪين آهي. مسٽر ڊو الهيءَ شهر کي ٻهمنا، پاهممنا ۽ ٻهنبا ٿو سڏي[1] مسٽر برگس ٻمن واسي، راورٽي ٻهمنو ٿو سڏي؛ ۽ هيڏانهن اليٽ صاحب ماڳهين الهيءَ شهر کي برهمڻ آباد سڏي چوي ٿو ته اهو شهر هاڻوڪي حيدرآباد شهر جي جڳهه تي وسيل هو!![2] هنتري ساري بيان مان ئي ڳالهه ثابت ٿئي يا نه ٿئي، گهٽ ۾ گهٽ اهمان اهو الومان اوس لکري سگهي ٿو ته هيءُ شهر اتهاسڪ زماني کان يعني ٻن هزارن سالن کان وڌيڪ جهونو هوندو، جنهن جو اتهاس زماني جي پراچينتا ۾ غائب ٿي ويو آهي. باقي هيءُ جو ڪي عالم الهيءَ راءِ جا آهن ته برهمڻ آباد اهو ساڳيو شهر آهي جنهنکي منصوره سڏيو ٿو وڃي ۽ جنهنجو ذڪر چچ نامي ۾ به اچي ٿو، مان ۽ ٻيا ڪيترا ودوان الهيءَ ڳالهه کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيون. منصوره جو شهر عربن جي ڪاهه کان پوءِ وسيل آهي، جو برهمڻ آباد جي غيرآباد ٿيڻ تي، يا انکان ڪي سال اڳ اچي پرسان وسايو ويو هوندو.

---

1 Journal Royal Asiatic Society, 1, 27.

2 Illiot History of India 1, 370

اسلامي ليکڪن براهمڻ آباد بابت جا لکيو آهي تنهن جو ڪجهه احوال مان مٿي ڏيئي آيا آهيون. هاڻي ڏسڻ گهرجي ته هندو، يوناني ۽ غير اسلامي ليکڪ انهيءَ شهر بابت ڇا ٿا لکن.

سڪندر بابت تاريخ ڇنڊ ڇاڻ ڪندڙ ايرين ۽ ڊايوڊورس پڻ لکيو آهي ته هن الور جي موسيڪاني (موچوڪرڻ) هندن کي فتح ڪري، انهن "برهمڻن جي شهر" کي تباهه ڪيو. سنڌي نقشي ۽ براهمڻ اتهاس تي نظر ثاني ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته جڏهن سنڌو نديءَ جي اوڀر وارو ڪنارو وٺي ڏکڻ طرف هلبو ته الور ڪالهوءَ سنڌ جي راڄا جي ٻيو نمبر گاديءَ جو هنڌ برهمڻ آباد ئي ملندو. البت الور ۽ برهمڻ آباد جي وچ ۾ سيوستان يعني سيوهڻ جو وڏو ۽ سنڌ جي هڪ گاديءَ جو شهر به ملندو، پر اهو سنڌو نديءَ جي اولهه ۾ آهي ۽ هو. انهيءَ ڪري سڪندر کي الور واسين ڪالهوءَ برهمڻ آباد واري سنڌ جي ٻيو نمبر گاديءَ جي شهرواسين سان ئي مڪانملو ۽ مقابلو ڪرڻو پيو هوندو. انهيءَ حساب موجب اها ڳالهه صاف ثابت ٿي ته سڪندر جي زماني ۾ براهمڻ آباد شهر اڳيئي وسيل هو ۽ ان ۾ براهمڻن جي گهڻائيءَ هجڻ سبب انکي "برچمونئي" (براهمڻ آباد) سڏيندا هئا.

ايرين ۽ ڊايوڊورس هروڀرو سڪندر جي وقت زنده ڪين هئا. اهي پوءِ ڄاوا ۽ مشهور ٿيا آهن. جڏهن هنن پنهنجي زماني ۾ اها حقيقت پڙهي هجي ها ته برهمڻ آباد شهر کي نه سنڌواسين، ماڳهين ايران جي بهمن وسايو ته هو انهيءَ ڳالهه ذڪر ڪرڻ کان هرگز ڪين رهي سگهن ها. خود سڪندر جو جيون چرتر لکندڙ ۽ انهيءَ زماني ۾ موجود پلوٽارڪ به سنڌ ۾ ايرانين جي هن بستيءَ جهڙي عجيب ڳالهه کي نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي!!! انهيءَ مان به ظاهر آهي ته اسلامي ليکڪن جي وشواس

۽ جنهن موجب سڪندر جي زماني ۾ هاٿوڪي قتل ۽ شهداد پور
جي نزديڪ واري کنڊهر براهمڻ آباد شهر کي ايرانين جو وسايل
ٿي سمجهيو ويو.

هوڏانهن هندستان جي مشهور وياڪرڻ آچاريه پتنجليءَ
پنهنجي مهاڀاشيه ۾ عيسوي سن کان گهٽ ۾ گهٽ ڇهه سو سال
اڳ "براهمڻڪا نام جنپد" اهو لفظ ڪم آندو آهي؛ جنهن جي
معنيٰ آهي براهمڻن جو هڪ شهر. پاڻني رشيءَ به پنهنجيءَ وياڪرڻ
۾ ساڳئي مطلب سان "براهمڻڪا جنپد" اکر ڪم آندو آهي.
ٻيو ته ڇا، بلڪ ڪن سڪن تي به سنسڪرت ۾ اهي اکر اُڪريل
آهن. هاڻي جڏهن سچ پچ مسلمان لکڪن جي سمجهه موجب
برهمڻ آباد جو شهر ايرانين جو وسايل هجي ها ته پوءِ انهيءَ
"بهمن آباد" لفظ کي "براهمڻڪو نام جنپد" ڪيئن لکيو
وڃي ها. انهيءَ حالت ۾ مولڪي پڪ آهي ته پتنجلي ۽ پاڻني
هندستان جي اتر اولهه سرحد وارن ڪن غير ملڪي بستين ۽
شهرن وانگر انهيءَ شهر کي به يونان جي لنگري ڪري سڏين ها.

باقي رهيو سوال ته هيءُ جو برهمڻ آباد کنڊهر مان ڪن
ساساني نالي پارسي خاندان جي بادشاهن جا سڪا لڌا ويا آهن،
تنهن سان ڇا ٿو ثابت ٿئي؟ منهنجي عقل موجب فقط انهن
سڪن جي آڌار تي برهمڻ آباد شهر کي ايرانين جي بستي سڏڻ
اجايو آهي. ممڪن آهي ته ڪنهن زماني ۾ ايران جي ڪن
بادشاهن جي سنڌ تي حڪمراني يا ڪاهه ٿي هجي، ۽ جنهن
صورت ۾ برهمڻ آباد جو شهر سنڌ جو هڪ وڏو شهر ۽ پڻ تخت
گاديءَ جو هنڌ هو، تنهن صورت ۾ انهيءَ شهر جي کنڊهر
مان ڪي انهن بادشاهن جا سڪا هلايا ويا يا آيا هجن. انهن ته
هن وقت سنڌ جي شڪارپور شهر ۾ بخاري جي پاسي جا هزارن
بلڪ لکن روپين جا اوٺ ۽ سڪا ڏسڻ ۾ ايندا. ڇا، فقط انهيءَ

آڌار تي اهو الزام ڪڍيو وڃي ٿو ته شڪارپور جهڙو شهر ٻهاري جي غير سنڌي ۽ غير هندو ماڻهن وسايو هوندو؟

انهن مڙني دليلن ۽ ڳالهين سبب مان انهيءَ راءِ جو آهيان ته برهمڻ آباد جو شهر سنڌ جي انهن ودوان ۽ طاقتور براهمڻن جي ڏالي لئي وسيل آهي جنهن هاڪ سڪندر جي گريڪ اتهاسڪارن ڪئي آهي؛ ۽ جن جو ذڪر سنسڪرت گرنٿن ۾ عام جام اچي ٿو. باقي ايرانين کي نهائي آڻڻ ته محض مغالطه بازي ۽ تعصب آهي.

اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته برهمڻ آباد جو کنڊهر مهن جي دڙي جي کنڊهر جيان، تهن مٿان تهه ڏيل آهي. جنهن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته هيءُ پراچين شهر هڪ وقت وسيو ۽ ڊٺو نه آهي. بلڪ ڪڏهن مهل ڊٺو آهي ته وري ساڳئي هنڌ تي نئون شهر اڏايو ويو آهي. هن کنڊهرن ۾ عربن جي زماني جون ڪي مسلماڻي جڳهيون ڏٺيون ويئون آهن، جنهن جي بنياد ۾ وري هندو زماني جون وڏيون سرون پيل آهن؛ جنهن مان اهو دليل ڪڍيو ٿو وڃي ته عربن ڪن هندو جڳهين کي ڊهرائي انهن جي ئي مال مان پيون جڳهيون ٺهرايون هونديون.

هن کنڊهرن جي جن هنڌن تهن جي کوٽائي ڪئي ويئي، تن انهن مان ڪيتريون هندو ۽ ڌرمي مورتيون ۽ پيون شيون لڌيون ويئون. جيئن ته شو پاربتي، گڻپتي ۽ سورج ڀڳوان. ڪي ننڍيون ٽامي جون ٺپيون، هڪ ايندي شيشي جي بوتل، پٿر جو ٺهيل ڪمري مڪو ۽ هڪ هاٿي ڏند کي ٺڪر جا ٽالو به لڌا ويا آهن. هن کنڊهرن ۾ سڀ کان وڌيڪ عجيب ڳالهه اها ڏٺي ويئي آهي جو ڪيترن گهرن مان بلڪل ننڍا ٽڪ ڪوڏ لڌا ويا آهن جنهن جي ويڪر ڏيڍ فوٽ کان وڌيڪ نه هوندي. ڏسجي ٿو ته شايد اهي ڪوڏ هر ڪنهن گهر ۾ هوندا.

برهمڻ آباد جي کوٽائي ڪندي ڪيترن هنڌن تان مٽيءَ جا رانديڪا ۽ چوڙا به لڌا ويا آهن. ڪي ٺڪر ۽ شيشي جا مٽڪا به هٿ آيا آهن. شيشي جون عطر دانيون ۽ هندو ديوتائن جون مورتون پڻ هٿ ڪيون ويئون آهن. ڪيترا سڪا ۽ سڪن ٺاهڻ لاءِ مٽيءَ جا سانچا به هٿ لڳا آهن. ڪن هنڌان تلوارن جا لوهه مان ٺهيل ڦر ۽ ڇرا پڻ مليا آهن. اهي اهڙيون شيون آهن جيڪي اتر هندستان جي گهڻو ڪري هر ڪنهن ڪنڊهر مان لڀن ٿيون.

برهمڻ آباد جي کنڊهر مان جيڪي مهرون يا سڪا هٿ آيا آهن، انهن مان ڪن تي عربي اکر اُڪريل آهن. مسٽر بيلاسس انهيءَ کنڊهر مان هڪ اهڙي به مهر هٿ ڪئي آهي جنهن ۾ ديوناگري اکر لکيل آهن. انهن مهرن جي ساراهه ڪندي هيءُ صاحب لکي ٿو ته:- ”برهمڻ آباد جي کنڊهرن مان جيڪي عجيب ۽ نفيس ۽ وڻندڙ مهرون هٿ آيون آهن انهن مان ڪي اهي آهن جن ۾ سنگ سليماني پٿر تي ڪي تصويرون اڪريل آهن. انهن مان ڪي ته ڪمال درجي جي هنر واريون آهن. انهن کي ڏسي روم جا ٺهيل چٽ اچو ياد پون. انهن تي نهايت سهڻي نموني جي پالش ٿيل آهي. انهن مهرن مان ڪن تي پرگي، ڪن تي شينهن، ڪن تي عربي ته ڪن تي ديوناگري اکر اڪريل آهن. انهن مهرن ۾ گهڻو انداز گول ۽ بيدي جي صورت وارين مهرن جو آهي“.

برهمڻ آباد جي کنڊهرن مان هڪ هنڌان هندو ڌرم جون ڪيتريون مورتون لڌيون ويئون آهن. هڪ نهايت سهڻو پٿر جو وڏو انڪل پنج فوٽ ڊگهو فريم لڌو ويو آهي، جنهن جي وچ ۾ ديوتا جي مورتي آهي. انهيءَ پٿر جي فريم تي عاليشان

ٿمولي جي ٽڪ جو ڪم ٿيل آهي. هڪ سورج ڀڳوان جي مورتي لڌي ويئي آهي جنهن جي ٻنهي هٿن ۾ ڪمل جا گل آهن. سورج جي مورت جي ساڄي پاسي برهما جي مورت آهي، جنهن کي ٽي منهن آهن. وري ڏائي پاسي شو مهراج جي مورتي آهي، جنهن جي ڳلي ۾ ناڳ ۽ منڊ مالها پيل آهي. هن کنڊهرن ۾ ڳڻتي ديوتا جون ٻه ڪمتريون مورتيون لڌيون ويئون آهن. ڏسجي ٿو ته ڪنهن وقت اتر هندستان ۾ سورج ڀڳوان جي گهڻي پوڄا ٿيندي هئي ۽ چاڪاڻ ته سنڌ جي سيمي پراچين کنڊهرن مان لوڙي ملتان شهر مان سورج ڀڳوان جون ڪمتريون ٿي مورتيون لڌيون آهن. ملتان ۾ ته ڪنهن سمي ۾ سورج ڀڳوان جو هڪ وڏو مندر هو، جنهن کي عربن جي سمعا ڀيٽيءَ محمد بن قاسم، سنڌ فتح ڪندي ڊاٺو، ۽ ان کان پوءِ محمد غزنويءَ ڪمس برباد ڪري ڇڏيو. چين جو سيلاني هوئن سانگ لکي ٿو ته:- "سعدمن وقت ۾ ملتان ۾ ٻراهمڻن جا اٺ وڏا مندر هئا، جن ۾ سورج يعني آديه ڀڳوان جو مندر سڀني کان شاندار هو. الهيءَ ساڳئي سمي ڏاري سنڌ جي ڏکڻ واري سرحد جي جي ڪاٺياواڙ پراڻت ۾ به سورج جي تمام گهڻي پوڄا ٿيندي هئي.

برهمڻ آباد جي کنڊهرن مان ٻن قسمن جي ٽامي جا سڪا لڌا ويا آهن. هڪڙا ٿلها ۽ سهڻا آهن، ٻيا ننڍا ۽ سنها آهن. پڇمي پنڊتن جهڙوڪ ڪزنس جو رايو آهي ته ٿلها ۽ سهڻا سڪا شايد مسلمان خلفن جا سنڌ ملڪ ۾ ٺهيل آهن ۽ باقي سنها ۽ ننڍا سڪا سنڌ جا ٺهيل آهن.

هڪ هنڌ ڪمترن ماڻهن جا هڏا ۽ ڪوئلن جي رک

ڏني ويئي، الهيءَ مان ودوانن اهو انومان ڪڍيو آهي تہ شايد الهيءَ هنڌ هندن جو مساڻ هوندو جو عربن جي ڪاهہ کان اڳ گهڻو ڪري درياهہ جي ڪپ تي هوندو هو. پر پوءِ جڏهن عربن جي حڪومت قائم ٿي تڏهن درياهہ جي ڪپ تي مساڻ ناهڻ يا مردن جلائڻ جي رسم بند ٿي ويئي، ڇاڪاڻ تہ عربن ۽ مسلمانن جي طرفان اهو دليل ڏنو ويو تہ الهيءَ ڪري درياهہ جو پاڻي خراب ٿو ٿئي.

برهمڻ آباد جي کنڊهرن ۾ هڪ اوچو ٿل ڏٺو ويو آهي جو زمين کان اٽڪل ۳۸ فوٽ مٿي آهي. آسپاس جا ماڻهو چون ٿا تہ الهيءَ هنڌ تي راجا دلوراءِ جو محلات هو. پر پراچين وستو وگيانين الهيءَ ٿل جي کوٽائي ڪري ڏٺو آهي تہ ان مان محلات جي ٻہ لڳ جي ڪابہ شيءِ هٿ نہ آئي. ڪن ودوانن جو رايو آهي تہ شايد شهر تي ڪاهہ ڪندڙ ڌاڙيلن تي نظر رکڻ لاءِ وقت جي راجائن، شهر جي وچ ۾ اهو ٿل ٺهرايو هجي.

هنن کنڊهرن جي کوٽائي ڪندي هڪ هنڌان چٽساليءَ واريون سرون لڌيون ويون آهن. ودوانن جو رايو آهي تہ شايد الهيءَ هنڌ ڪو ٻڌ ڌرمي مندر هوندو. پر اهو مندر ايترو جهونو نظر ٿو اچي. ممڪن آهي تہ اهو مندر ڪنهن جهوني مندر جي کنڊهرن مٿان ٺهرايو ويو هجي ۽ اهو بہ ممڪن آهي تہ ٻڌ ڀڳوان جون ڪي هڏيون هن مندر ۾ بہ پوريل هجن، ڇاڪاڻ تہ راجا اشوڪ هندستان جي ڪيترن شهرن ۾ ٻڌ ڀڳوان جي هڏين تي مندر ٺهرايا هئا، جن مان هڪ مشهور خاص جي ڪاهوءَ جي دڙي ۽ ٻيو ٽنڊي محمد خان جي سڌ سڏيڙن جي دڙي ۾ آهي. برهمڻ آباد ۾ جهڪي چٽيل سرون ڏٺيون ويون آهن، ڪرنل ڪننگهام اهڙي نموني جون سرون

شور ڪوٽ ۽ يوسفزائيءَ جي کنڊهرن ۾ ڏٺيون هيون[1]. هن وڏوان، برهمڻ آباد جي ڪن سرن تي اکر اُڪريل ڏٺا جي ارڙهن اوڻيهن سؤ سالن جا جهونا سمجهيا ٿا وڃن. اهڙي نموني جي اُڪريل اکرن واريون سرون مهر رکڻ جي ڪم مان به لڌيون ويون آهن.

---

1. Archaelogical Reports Vol. V. P. 101.

# باب اٺون

## ڪاهوءَ جو دڙو

هيءُ دڙو ميرپور خاص شهر جي اوڀر ۾ اٽڪل اڌ ميل جي مفاصلي تي آهي. ميرپور خاص جو شهر بلڪل تازو وسيل آهي. الهاس مان معلوم ٿو ٿئي ته سنه ١٨٠٦ ۾ مير علي مراد ٽالپر وسايو هو. اهو هنڌ سنه ١٧٩٣ ۾ منڪاڻي ميرن جي هٿ ۾ آيو. اهو شهر مير شير محمد خان ٽالپر جي گاديءَ جو هنڌ هو، جنهنکي ١٨٤٣ ۾ سر چارلس نيپئر دٻيءَ جي جنگ وقت شڪست ڏني هئي.

ڪاهوءَ جو دڙو اٽڪل ٽيهن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي، جنهن جي اول ته کنهن کي به خبر ڪانه هئي ته انهيءَ دڙي ۾ سنڌ جي الهاس جا کوڙا خزانا پوريل آهن. ريلوي جا ٺيڪيدار ۽ آسپاس جا ماڻهو ڪاهوءَ جي دڙي مان پڪيون سرون ۽ ٻيو سامان کڻي پنهنجي ڪتب پيا آڻيندا هئا.

سنه ١٩٠٩ ۾ مسٽر هينري ڪزنس هن دڙي جي کوٽائي ڪري ڏٺو ته دڙي جي اتر واري حصي ۾ ٻڌ ڌرم جو هڪ ٿلهه (استوپ) ٺهيل آهي، جو اس ۾ سڪايل سرن مان ٺهيل آهي، ان ۾ اهڙي نموني جون سرون به ڪتب آنديل هيون جهڙي اتر هندستان ۽ پنجاب منجهان لڌل ٻڌ ڌرمي مندرن مان ڪوٺي

لڌيون ويئون هيون. هن صاحب کان اڳ، سنڌ جي اڪٽنگ
ڪمشنر جنرل جان جيڪب به هن دڙي جي کوٽائڻ جو حڪم
ڪيو. پر الوقعه الڪي دلچسپيءَ واري ڪا به ڳالهه ڏسڻ ۾ نه آئي.

جيمس گبس مهاشي ۱۸۵۹ ۾ هن دڙي کي کوٽايو هو. هن
پنهنجي کوٽائيءَ جو احوال ڏيندي لکيو آهي ته ان ڏينهن جي
کوٽائيءَ ڪالهوءَ اسانکي سائي رنگ جي پٿر جو هڪ مصري پولنگ
(ايجپٽ جي ماڻهوءَ) جو سر ڏسڻ ۾ آيو ۽ ڪي گهڙيل سهڻيون
سرون به هٿ لڳيون. اهو پٿر جو سر، سر فريئر ڪراچي ميوزيم
۾ وڃي رکيو.

سنه ۱۸۹۴ ۾ حيدرآباد جي ڪليڪٽر مسٽر ووڊ برن، ڪن
ٺيڪيدارن جي قبضي مان، انهيءَ دڙي مان ڪوٽي ڪڍيل
سهڻيون گهڙيل سرون ۽ ٻڌ ڀڳوان جي هڪ مورتي هٿ ڪئي.
انهيءَ ڪالهوءَ ٽي هينري ڪزنس هن دڙي جو کوٽائڻ شروع
ڪرايو. کوٽائي ڪندي هنکي هن ٻڌ ڌرم جي جهوني ٿل يا
استوپ جي مڪان مان هڪ عجيب ڳالهه نظر آئي. هن وقت
تائين آرڪيالاجيڪل کاتي ۽ ڪن ٻين ماڻهن جي دلين ۾ اهو
وشواس ويٺل هو ته مسلمانن جي اچڻ کان اڳ، هندستان ۾ ونگ
ٺاهڻ جو هنر هوئي ڪو نه. پر ڪاهوءَ جي دڙي جي کوٽائي
ڪندي ڏٺو ويو ته ڪن هنڌن تي، ايوانن جي اڱڻن نهايت
پڪين ۽ سهڻين سرن جون ونگون ٺهيل آهن. انهن ونگن ۾
جيڪي سرون ڪتب آيل آهن، اهڙيون سرون برهمڻ آباد مان
به هٿ آيون آهن. انهيءَ طرف جي هڪ پاسي جي کوٽائي
ڪندي هينري ڪزنس کي هڪ پاسي ۾ ڪي وڏا ڪبٽ نظر
آيا، جن جا ڍڪ غائب هئا، باقي چائنٺون اچا سالم هيون.
انهن چائنٺن جي هيٺان سوا انچ اوچيون سمنڪاريل ۽ گهڙيل
سرون ڏسڻ ۾ آيون، جن تي هڪ زال جدهن جي هٿ ۾ پاڻيءَ

جو گهڙو هو، اڪريل هئي. هر ڪنهن طرف جي پٽ ۾ اهڙي
قسم جا ڪٻٽ ڏنا ويا، پر انهن ڪٻٽن ۾ جهڪي سرون ڪم
آيل هيون، انهن ۾ اڪريل مورتون زماني جي گردش سبب
غائب ٿي ويئون هيون. اتر طرف جي هڪ پٽ جي ڪٻٽ مان
ٻڌ ڀڳوان جي هڪ مورتي هٿ آئي جنهن جا هٿ ڀڳا پيا هئا.
انهيءَ هنڌ تان جهڪي ۽ ٻڌ ڀڳوان جون مورتون هٿ آيون،
انهن ۾ ٻڌ ڀڳوان کي ٻنهي ڪلهن جي مٿان ٻوڇڻ پيل هو ۽
ڪمل جي گل تي ويٺل هو. هنجون اکيون ۽ چپ ٻڌ رکيا ويا
هئا. جن ڪٻٽن مان ٻڌ ڀڳوان جون مورتون لڌيون ويئون،
انهن جي مٿان جهڪي ولڪون ٺهيل هيون، سي نهايت ئي
عجيب اصولي جون هيون. اهي ايلورا جي مشهور غارن ۾
وشوڪرما جي ٺهيل ولڪ ڪان بنهه ٺهي ۽ ٽراليءَ ڍولڪ تي
ٺهيل هيون.

هڪ ڪمري مان اٽڪل ڇهه سڪا به هٿ ڪيا ويا،
جن مان ڪن ۾ سڪو نامي جو نظر نه آيو. هڪ ٿل جي مرڪز
۾ نه ٢٥ فوٽ اوچو هڪ ڪوه به نظر آيو. انهيءَ جي وچ ۾ هڪ
چوڪنڊو ٿلهو نظر آيو، جنهن جي ڪوٽائي ڪندي ڪيترا قيمتي
پٿر، جهڙوڪ هيرا، موتي، سون جي هڪ منڊي ۽ ڪي سڪا
هٿ آيا، جنهن مان اهو سمجهيو ويو ته اهي شيون شايد ٻڌ
ڀڳوان جي مورتيءَ اڳيان پيتا رکيون ويئون هونديون.

هڪ هنڌان هڪ بوتل هٿ ڪئي ويئي جنهن کي چانديءَ
جي ٽوپي يا بوچ ڏنل هو. ان بوچ جي مٿان هڪ ٽامي جي
منڊي نظر آئي. انهيءَ بوتل جي اندر ويلڙ جي ٻڌ لڳ جي هڪ
لنڊي دٻلي پيل هئي. اها دٻلي هڪ سون جي پٽي ۾ ويڙهيل
هئي، جو پٽو اهڙو نه پتي چمڪيو، جهڙو ڪنهن ڪاريگر اڄ
ٺاهيو آهي. دٻليءَ جي وچ ۾ هڪ اليچ ڪان گهمت ڪاٺ هوندي.

دهليءَ اندر سون جو هڪ ٽڪرو ڏٺو ويو جنهن ۾ رک سان گڏيل ڪا نهايت ننڍي شيءِ ويڙهيل نظر آئي. مسٽر ڪزنس لکو ٻڌائي سگهي ته اها شيءِ ڇا هئي، پر منهنجي الومان موجب اها شيءِ ٻڌ ڀڳوان جي هاني هوندي، جنهن کي راجا اشوڪ ڪاهوءَ جي دڙي ۾ ٻڌ ڌرمي مندر اڏايو هوندو.

هڪڙن سرن سان ٺهيل هڪ وڏي ڪمري جي ڏکڻ اوڀر ۽ ڏکڻ اولهه جي ڪنڊن ۾ سرن ۽ پٿرن جي وچ ۾ هڪ مٽيءَ جو ٿالو رکيل هو، جنهن ۾ واري پيل هئي. انهيءَ ٿالو جو منهن بلڪل سوڙهو هو. اِئين سمجهيو پئي ويو ته انهن مٽيءَ جي ٿالون ۾ پيل واريءَ اندر ضرور ڪا نه ڪا شيءِ رکي ويئي هوندي، پر چڱيءَ ريت جاچي ڏسڻ سان معلوم ٿيو ته انهيءَ واريءَ اندر ڪا به لکل شيءِ ڪانه هئي. البت اهي مٽيءَ جا ٿالو دلچسپيءَ کان خالي ڪين هئا.

ڪاهوءَ جي دڙي مان جيڪي پڪل سرون هٿ آيون آهن انهن کي نهايت سهڻي نموني جي گلڪاري ٿيل آهي. انهن جو سينگار ۽ چٽسالي گريڪ ڍنگ جي نظر ٿي اچي. انهيءَ مان ڪن مغربي ودوانن ۽ هنري ڪزنس جو اهو الومان آهي ته ڪاهوءَ جي دڙي تي گريڪ سڀيتا جو چڱو اثر هو. اهڙي نموني جون سرون قنڌار جي ٻڌ ڌرمي مندرن ۾ به ڏٺيون ويون آهن.

ٻن سرن تي ڪبير ديوتا جون مورتيون اُڪريل ڏٺيون ويون. مغربي ودوانن جو رايو آهي ته ڪبير ديوتا جون مورتيون، مندر ٺهرائيندڙ داني پرش جون عوضي آهن. باقي هو ويو مندن جي ڌڻن جو ديوتا، ٻڌ ڌرمي مندرن ۾ اُتي نه رکيو ويو هوندو. فرگوسن جي ”انڊين اينڊ ايسٽرن آرڪيٽيڪچر“ ۽ ڪننگهام جي رپورٽ ۾ ڏيکاريل آهي ته، ڪاهوءَ جي دڙي مان گوتم ٻڌ جي

جيڪا ٻهڪدار مورتي لڌي وئي آهي سا ڪاريگرن ٽولي جي ڪاريگري آهي جا قنڌار جي رستي هندستان ۾ داخل ٿي هوندي. ڪيترين ٻڌ ڀڳوان جون اهڙيون مورتيون لڌيون ويون آهن، جن ۾ هو ڌيان ۾ مگن ۽ ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي ويٺو آهي. سندس ٻئي هٿ سندس گوڏن تي رکيل آهن ۽ هٿن جون ترييون کليل ۽ اڀيون آهن. اهڙيون سڀ مورتيون رنگ لڳل آهن. ٻنهي ٻانهن جي مٿان ويڪرو لمو بوچڻ سونهري رنگ جو آهي ۽ اکيون ڪاري رنگ جون آهن. سڄو بت بوچڻ سان ڍڪيل آهي. بوچڻ جي هيٺان ٽنگن ۾ سٿڻ پيل ٿي ڏسجي. وڏي ڳالهه اها آهي جو بوچڻ جي هيٺان آيل ٽنگون صاف نظر پئيون اچن. هنجا وار وريل آهن. پيشانيءَ جي وچ ۾ گول تلڪ وانگر ڪجهه نظر اچي ٿو، جو ٻڌ ڌرمي ماڻهن جي وشواس موجب گوتم ٻڌ جي گيان جي نشاني آهي.

مٽيءَ جون ٺهيل ڪي ننڍيون پڪل جڳهين جي مٿين تهن مان لڌيون ويون آهن. سمجهجي ٿو ته اهي گهڻو پوءِ جي زماني جون هونديون. انهن ۾ پڻ نظر اچي ٿو ته هيءَ ٻڌ ڌرمي ٿل يا مندر جيتوڻيڪ ڊهي ويو هو تنهن هوندي به انهيءَ مندر جي کنڊهرن جي ماڻهو پوڄا ڪندا هئا؛ ڇاڪاڻ ته پڪل مندر جي مٿان پوڄا جون پيالون ۽ شيون رکيل نظر آيون.

مٿي ذڪر ڪيل مٽيءَ جي ٺهين تي جهڙي گوتم ٻڌ جون مورتون ٺهيل آهن، انهن مان ڪن ۾ هو ٻوڌي درخت جي هيٺان ڌيان ۾ مگن ويٺو آهي، ڪن ۾ ته ماڻهن پورين ۾ لڪ تي ٽنگون هيٺ لڙڪائي ويٺو آهي. ڪن هنڌ هنجو هڪ ڪلهو اگهاڙو ۽ ٻيو ڍڪيل نظر اچي ٿو، جيئن بمبئي پرانت جي اجنتا غارن ۾ آهي. اهي مٽيءَ جون ننڍيون مورتون ٻڌي جي صورت جون آهن. انهن مورتن سان گڏ ڪي سڪا به هٿ

آيا، جن لسبب، پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته اهي پيمتا طور رکيا ويا هوندا. انهن سڪن مان ڪن ۾ عربي اکر اڪريل آهن، جنهن مان ظاهر آهي ته اهي عربن جي ڪاهه جي وقت جا سڪا هوندا. اهڙا سڪا برهمڻ آباد جي کنڊرن مان به لڌا ويا آهن. ممڪن آهي ته عربي زماني جا سڪا ٿورا هئڻ سبب زمين مان هيٺ لڪي ويا هجن ۽ وچين مٽيءَ جي مورتن سان مليا هجن؛ انهيءَ ڪري ڪن ودوانن جو اهو رايو آهي ته پيمتا جا اهي سڪا، جڏهن اهو مندر ڍهي ويو هوندو ته ڏهن ڪن ٻيمي پڳتن لڪائيندي ٻانئيندي رکيا هوندا. اها ڳالهه انهيءَ مان به ظاهر آهي جو سڪا مورتن جي اڳيان جڳهن جو لڪن رکيا آهن. جيڪڏهن مندر سالم هجي ها ته اهي ٻڌ ڌرمي ڀڪشو به موجود هجن ها، جي هوند اهي پيمتا جا پيسا ڪٺي وڃن ها. انهن سڀني ڳالهين مان اها ڳالهه ظاهر ٿي ٿئي ته عربي زماني جا سڪا، مندر جي سالم حالت ۾ پيمتا طور نه رکيا ويا هوندا؛ ۽ گهڻي قدر ممڪن آهي ته اهي سڪا برسات وغيره موقعن تي پاڻ سبب زمين جي اندرين تهن تائين هليا ويا هجن ۽ اهي گهڻو پوءِ تيُن زماني ۾ پيمتا طور رکيا ويا هجن.

جنهن ڪمري مان ٻڌ ڀڳوان جون هاٿين هٿ آيون، انهيءَ ڪمري مان به ڪي سڪا هٿ آيا آهن، پر انهن جي شڪل ۽ صورت مان ڪو به پتو ڪونه ٿو پوي ته اهي ڪهڙي راجا ۽ وقت جا آهن.

ٻڌ ڀڳوان جي هاٿيءَ واري ٻوٽل جو ذڪر مان مٿي ڪري آيو آهيان. [illegible]ون انهيءَ هنڌ ٽڪاريو آهي ته انهيءَ ٻوٽل تي چاڊيءَ جو پوچ ڏٺل هو. پر عجب جي ڳالهه اها آهي جو انهيءَ ٻوٽل جو ٿ[illegible] به چاڊيءَ جو هو، جنهن مان ڪن ودوانن اهو اومان ڪڍيو آهي ته جنهن وقت ٻڌ ڀڳوان جي هاٿين جي انهيءَ

مندر ۾ اسٿاپنا ڪئي ويئي، انهن وقت بي خبريءَ کان اها مورتي، ماڻهوءَ جي هٿن کان ڇڏائجي وڃي زمين تي ڪري هوندي ۽ انجو ٽڪرو پڇي پيو هوندو. باقي رهيو سوال ته پڳل مورتي ڇو ڪري هاٿيون ڪنهن ٿي مورتي ۾ جوڙيئي وڌيون ويئيون. انهيءَ جو جواب اهو ٿو ڏنو وڃي ته اها پڳل مورتي نه، مورتي سمجهي ويندي هوندي جنهن ڪري انکي ڦٽو ڪرڻ گناهه سمجهيو ويندو هوندو.

ڪاهوءَ جي دڙي مان هڪ هنڌان تبرڪ دان جا ڪي پڳل ٽڪرا نظر آيا، جنهن مان انهن سمجهيو ٿو وڃي ته ڀڳوان گوتم جون هاٿيون اول جدا جدا تبرڪ دانن ۾ بند رکيون ويئيون، جي پوءِ راجا اشوڪ هندستان جي جدا جدا هنڌن ڏانهن موڪلي ڏنيون ۽ انهن جي مٿان مندر ۽ ٿل ٺهرايا. هيءَ جو ڪنڌهڙ مان ڪن هنڌان سون ۽ چانديءَ جي پتري ۾ ويڙهيل رکه هٿ آئي، ان نسبت مغربي ودوانن جو اهو رايو آهي ته اها رکه ٻڌ ڀڳوان جي مکيه چيلن يا راجا اشوڪ جي دوست ۽ سائيءَ اپگپت جي هوندي. هيءَ اپگپت اهو ٻڌ ڌرمي ڀکشو هو جنهن سڄيءَ سنڌ جو سير ڪري ٻڌ ڌرم جو خوب پرچار ڪيو. مسٽر ڪننگهام پلسا ٿلن جي جاچ ڪندي ڏٺو هو ته گوتم ٻڌ جي هاٿين سان گڏ ٻين ٻڌ ڌرمي ڀکشن جون به هاٿيون سا ڳين مندرن ۾ پوريون ويئون هيون. سالچيءَ جي استوپ مان به گوتم ٻڌ جي هاٿين سان گڏ ٻين ڀکشن جون هاٿيون هٿ آيون آهن، انهيءَ ڪري جيڪڏهن ڪاهوءَ جي دڙي مان به گوتم ٻڌ سان گڏ ٻين ٻڌ ڌرمي سنياسين جون هاٿيون پوريل يا سانڍيل هٿ آيون ته ڪا ٿي ۽ عجب جي ڳالهه نه ٿيندي.

ڇيني پاتري هوئن سنگ، جو مغربي ودوانن جي قول موجب ستين صديءَ ۾ هندستان گهمڻ آيو، تنهنجو چوڻ آهي

ته هن سنڌ ۾ ڪميتوائي سنگهه ڏٺا جن ۾ ڏهه هزار ڀڪشو اپاس
ڪري رهيا هئا. هن انهن ۾ لکيو آهي ته:- "جنهن وقت تٿا
گت (گوتم) هن سنسار ۾ جيئرو هو، تنهن وقت هو سنڌ مان
گهڻي قدر لنگهندو رهيو، انهيءَ ڪري راجا اشوڪ انهن هنڌن
تي ٻوڌ استوپ کڙا ڪرايا جن هنڌ سنڌ ۾ ڀڳوان جي رهڻ
جون نشانيون موجود هيون. ڀڳوان ٻڌ جو مکيه شش اپگپت ته
سنڌ ۾ گهڻوئي وقت رهيو ۽ ماڻهن ۾ ٻڌ پنٿ جو پرچار ڪندو
رهيو. هو جن هنڌن تي رهيو ۽ جن جڳهن تي هن ڪي لمهان
ڇڏيا، انهن هنڌن تي سنگهه يا استوپ ٺهرايا ويا. اهي جڳهيون
هو ڪنهن هنڌ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.[1]

ڪاهوءَ جي دڙي مان لڌل چانديءَ جي دٻلي جنهن ۾
وڏي سون جي دٻلي پيل هئي، تنهنکي هڪ سوني ٻن ۾ وڌو هيو
ويو هو. اهو سون جو ٻنو، دڙي جي کوٽڻ مهل اهڙو چلڪيو
پئي ڄڻڪ ڪاريگر نئي ٺاهيو آهي.

سون جي دٻلي ته ساڳي حالت هئي. هاڻي جڏهن ٻه
اندرين چانديءَ جي ٻيءَ دٻليءَ ۾ لڌل شيءِ کي ڪا رواجي شيءِ
ڪري نٿو سمجهجي ته سوال پيدا ٿيندو ته، اهو ڪهڙو سبب هو
جو چانديءَ جي ننڍيءَ دٻليءَ کي وڌيڪ قيمتي سون جي
دٻليءَ ۾ وڌو ويو؟ پڌرو آهي ته ان ۾ ڪانه ڪا قيمتي ۽ ٻوڌ
شيءِ پيل هوندي. انهيءَ حالت ۾ جڏهن اندرين دٻليءَ ۾
ڪنهن ماڻهوءَ جي هڏي پيل سمجهي وڃي ته اهو ماڻهو رواجي
نه بلڪ خود ٻڌ ڀڳوان هوندو.

هن دڙي جي مرڪزي مندر مان جيڪا مورتي لڌي
وئي آهي، سا نه فقط عجيب آهي، پر دلچسپيءَ واري به آهي.
انهيءَ مورتيءَ جا پير ڪمل هٿاءِ جي ڪيتري نه گولا ڪري تي
هٿ نه اچي سگهيا. ودوانن جو رايو آهي ته اها مورتي ڪنهن

1. Journal Asiatic Soc. of Bengal No. 2—1891.

وڏي ماٿيري جي هوندي. اهڙي ڊگهه جي ٻي موريءَ الهلواڙا پاٽڻ مان به لڌي ويئي آهي. انهيءَ موريءَ جي به هو ٻهو ساڳي شڪل آهي. ابو پهاڙ جي پراچين مندرن مان به اهڙي ئي وستوپال جي ساڳي موري لڌل آهي.[1]

اها ته پڪ آهي ته اها موري ٻڌ ڀڳوان جي نه آهي. موريءَ جي مٿي تي پڳڙي پيل آهي ۽ هنجي ساڄي هٿ ۾ ڪمل گل آهي ۽ ڏائو هٿ چيلهه تي رکيل آهي. هنجي بدن تي بلڪل ٿورا سارا ڪپڙا پيل ڏسڻ ۾ اچن. اهڙي لمونيءَ جي سادگي گهٽو ڪري جين پنٿي پوڄارين ۾ نظر ايندي آهي. مون مٿي ڏيکاريو آهي ته موريءَ جي مٿي تي پڳڙي نظر ٿي اچي، تنهن نسبت ڪن ودوانن جو رايو آهي ته اهي دگها وار آهن، چاڪاڻ ته اورنگ آباد شهر مان جيڪي ٻڌ ڌرمي مورتون کوٽي ڪڍيون ويئون آهن، انهن جي مٿي تي به ساڳي ڊگهه جا سمنگاريل وار آهن.

اها موري رنگين نظر آئي. منهن جو رنگ ڪڪ يا سون جهڙو هو، بدن تي ويڙهيل ڪپڙو ڳاڙهي رنگ جو نظر ٿي آيو. مٿي جا وار، ڀرون ۽ مڇون ڪاري رنگ جون هيون. هنجي ڏائي هٿ ۾ جو چيلهه تي رکيل آهي، هڪ گوليءَ به نظر آئي ٿي، جنهن مان ڪن جو اهو انومان آهي ته اها موري ڪاهوءَ جي دڙي واري ٻڌ استوپ يعني مندر ٿيرالبمدڙ داليءَ جي هوندي.

هيءَ جو سنڌ گزيٽئر ۾ لکيل آهي ته ڪاهوءَ جي دڙي وارو مندر يا استوپ پنجين صديءَ جو پراڻو هوندو، تنهن نسبت هينري ڪزلس لکي ٿو ته منهنجي نظر ۾ اهو مندر گهٽ ۾ گهٽ چوٿين صديءَ ۾ ٺهيل هوندي. سندس اهو به رايو آهي ته انهيءَ وقت کان به پراڻو ٿي سگهي ٿو. ڪن مغربي ودوانن جو

1. Architectural Antiquities of Gujrat By Dr. Jas Burgess P. 44.

وايو آهي تہ راجا اشوڪ انهيءَ هنڌ جيڪو مندر اڏايو هوندو سو ڦٽي ويو هوندو ۽ تازو ڳولي لڌل ڦٽل مندر راجا اشوڪ واري مندر جي مٿان ٺهرايو ويو هوندو. باقي انهيءَ دڙي مان ٻڌ ڌرمي مڙهين جا جيڪي نشان ۽ ڦٽل جڳهيون نظر آيون آهن، سي قنڌار جي ٻڌ ڌرمي مڙهين سان هوبهو ملي ٿيون اچن.

ڪاهوءَ جي دڙي مان ڪوٺي لڌل ٻڌ ڌرمي اسٽوپ ڪو سنڌ ۾ پنهنجي نموني جو اڪيلو نہ آهي. اهڙي نموني جا اسٽوپ سنڌ جي ٻين پراچين شهرن، جهڙوڪ سنڌ سڌيرن جو دڙو، ڏيپر گهانگهرو (برهمڻ آباد جي ويجهو) ميرڪن (مورو تعلقو) وغيره مان بہ لڌا ويا آهن.

ڪاهوءَ جي دڙي مان لڌل چتساليءَ جي سرن کي ڏسي مسٽر ڪننگهام پنهنجي رپورٽ جي پنجين جلد ۾ لکيو آهي تہ اهڙي نموني جون سرون ڪشمير جي سرحد تي يمنل جمال ڳڙهي (يوسف زائي) ۽ ٻين هنڌن تان ڪوٺي ڪڍيون ويئون آهن.

مجمل التاريخ، جنهن نسبت مون هن ڪتاب جي ڪنهن ڀاڱي ۾ ذڪر ڪيو آهي، اها تاريخ ڪنهن سنسڪرت گرنٿ تان ترجمو ٿيل آهي، لکيل آهي تہ ڪشمير جي راجا ڪنشڪ، سنڌ جي سواندي شهر ۾ هڪ وڏو ٻڌ ڌرمي مندر ٺهرايو. اهو سوانديءَ جو شهر هن وقت ڏيپر گهانگهرو سمجهيو ٿو وڃي. ڪاهوءَ جو دڙو انهيءَ سواندي شهر جهڙو پراچين آهي.

منهنجي نظر ۾ مٿيان رڳو ڪن اتهاس لکڪن جا ٽپ آهن. باقي ڪاهوءَ جو دڙو برهمڻ آباد واري ڏيپر گهانگهري جي دڙي کان گهڻو اڳ جو آهي. راجا ڪنشڪ جي ڳالهہ هڪ خيالي گهوڙو آهي. ڪنهن بہ ڪاهوءَ جي دڙي کي عيسوي سنہ کان پوءِ جو نہ، بلڪ اڳ جو سمجهي سگهجي ٿو. البت هن دڙي مان ڪوٽائي ڪندي ڪا اهڙي شيءِ نہ ملي سگهي آهي جنهن مان

اهو انومان ڪڍي سگهجي ٿو ته سنڌ جو هيءُ پراچين ۽ قابل فخر شهر، موهن جي دڙي يا آمريءَ جي دڙي جهڙو جهونو آهي:-

ڊاڪٽر ڀالبارڪر، ڪاهوءَ جي دڙي جي جيڪا کوٽائي ڪرائي، تنهن ۾ ڪيتريون عجيب ڳالهيون ظاهر ٿيون. هن ڏٺو ته اهيءَ دڙي ۾ ٻڌ زماني جون ڪيتريون شيون موجود هيون ۽ اتي ٻڌ ڌرم جا هڪ ٻه نه، بلڪ ڪيترائي استوپ موجود هئا. انهن سڀني استوپن مان هاٿين جا ٻوتا لڌا ويا، جي هاٿيون شايد وڏن وڏن ٻڌ ڀڪشن جون هجن. ٻه اهي استوپ يا انهن مان لڌل مورتيون گهڻو ڪري مٽيءَ جون ٺهيل هيون. ٻڌ ڀڳوان جي هڪ دلچسپ ۽ عجيب مورتي به لڌي ويئي جا سوني پتري ۾ ويڙهيل هئي. اهيءَ مورتيءَ ۾ ٻڌ ڀڳوان ٺون ۾ ڪڙو ڳنو ويٺو هو. اهڙي نموني جي مورت سر آريل اسٽين بلوچستان جي ڪوٽان ڪعبهڙ مان ڳولي لڌي آهي.

# باب ڏاڏون

## رڪڙ جو ڏل،

مولڪي خبر ئي ڪانه آهي ته هندستان جي سرڪار، ڪهڙن جاهل يورپين جي حوالي "سنڌ گزيٽيئر" لکڻ ۽ ظاهر ڪرڻ جو ڪم رکيو هو ۽ جن سنڌ جي اِتهاس جي ته ڪاٻه کوجنا ڪانه ڪئي آهي، باقي ٿاڦوڙا سي هڻندا ويا آهن. مولڪي عجب ۽ ڏک آهي ته اهڙن اِتهاسڪ گپوڙن سان ڀريل سنڌ گزيٽيئر جهڙي ڪتاب کي اسانجا ڪيترا ديسي عالم پنهنجو هڪ رهبر ڪري ٿا سمجهن ۽ انهيءَ ڪتاب ۾ درج ٿيل بي بنياد ۽ غلط ڳالهين کي ڪير ڏوڻي سچ ڪري ٿا سمجهن. انگريزيءَ ۾ ڇپايل سنڌ گزيٽيئر کي پڻ سچو سمجهي، انجا حوالا ڇپيندڙ ودوانن کي مولڪي ڪل ايندي آهي. پر انهن صاحبن جو ڏوه نه آهي، اسان جي ديش ۾ تڪليف وٺي اِتهاسڪ کوجنا ڪرڻ ڪم جاڻي ئي ڪونه. باقي جيڪڏهن ڪنهن يورپين ودوان اکيون بند ڪري ڪٿي ڪو الٽو سلٽو ٽپ ڦڙهيو ته اسان جا ديش واسي اکيون بند ڪيو ڪٿي اهو سچ سمجهندا. پر مان سرڪاري طور تيار ڪيل سنڌ جي انهيءَ اتهاس کي ڪاٻه اهميت نٿو ڏيان ۽ اهو ئي سبب آهي جو مون پنهنجي سچي اتهاس ۾ ڪڏهن به

سنڌ گزيٽيئر کي اتهاسڪ اختياري سمجهي، ڪڏهن به اهڙو حوالو نه ڏنو آهي.

انهيءَ بدنام سنڌ گزيٽيئر (صفحي ٦٣٨) ۾ لکيل آهي ته "سنڌ جي انڪمٽيڪس ڪمشنر جنرل جان جيڪب، ممر رکڻ جي کنڊهڙ جي کوٽائي ڪرائي، پر دلچسپيءَ واري ڪابه شيءِ يا ڳالهه نظر ڪانه آئي". ممر رکڻ جي ٿل، جنهن مان ڪنهن وقت گوتم ٻڌ جون ٻوٽر مورتون هٿ آيون ۽ ٻڌ زماني جون ٻيون ڪنتريون ٽانبئون نظر آيون، ان نسبت انهن لکڻ ته هن پراچين کنڊهڙ مان ڪابه اهم يا دلچسپ شيءِ هٿ نه لڳي، سا ڳالهه واهيات ۽ بيهودي پئي لڳي.

ممر رکڻ جو ٿل (استوپ) ميرپور خاص جي ڪاهوءَ جي دڙي جهڙو ٿل آهي، جو نوابشاه ضلع جي ٻانڊي استيشن جي ڏکڻ اولهه طرف چوڏهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هن استوپ يا ٿل نسبت هن وقت ڪابه اتهاسڪ سامگري نه ملي سگهي آهي. هن تي ڪيئن ممر رکڻ جو نالو پيو تنهن نسبت به هن وقت تائين ڪابه خاطر خواه ثابتي نه ملي آهي. البت اها ڳالهه هرڪو سمجهي سگهي ٿو ته ممر رکڻ جو نالو مسلمانڪو آهي، جو شايد انهيءَ پاڳي جي ڪنهن بادشاه يا زميندار جو هجي.

هن ٿل يا کنڊهڙ نسبت ڪيتريون ڏند ڪٿائون پڌڻ ۾ اينديون آهن. ڪن جو چوڻ آهي ته رکڻ نالي هڪ شاهوڪار سانباٽي هئي، انهيءَ عورت پنهنجي قيمتي زيورن کي لڪائڻ لاءِ اهو ٿل ٺهرايو هو، جو اڄ تائين گهڻي قدر سالم حالت ۾ آهي.

ڪن جو چوڻ آهي ته هن ملڪ جي ڪنهن راجا کي اولاد ڪونه هو. انهيءَ ڪري هن جي وزيرن ۽ صلاحڪارن کيس صلاح ڏني ته پنهنجي نالي قائم رکڻ لاءِ اهو استوپ تيار ڪرايو، جو هن تيار ڪرايو.

تمان وري اهي ماڻهو آهن، جن جو چوڻ آهي ته مير رکڻ هڪ هندو راجا هو، جو سنه ١٢٠٣ ۾ الهيءَ ملڪ ۾ راڄ ڪندو هو. هن کي ٻه پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو ڀمر ۽ ٻئي جو نالو ڀهمن هو. هن پنهنجو راڄ ٻن حصن ۾ ورهايو، جنهن مان جهڪو حصو سنڌس پٽ ڀمو، تنهن ۾ هن ذڪر ڪيل ٿل ٺهرايو.

مير رکڻ جو گول استوپ، اٽڪل سٺ فوٽ اوچو آهي. سڄو استوپ پڪين ٿلهن سرن جو ٺهيل آهي، جنهن ڪري خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو ته اهي سرون هندن جي زماني جون آهن. استوپ جي هيٺان وڏو شاهي ٿلهو ٺهيل آهي، جنهن تي هن ٻڌ ڌرمي استوپ جي اڏاوت ڪئي وئي آهي. هيءَ استوپ پريان انهن ٻو نظر اچي جڻڪ هن جون ٽي ماڙيون يا منزلون آهن. جيترو ٽڪ استوپ اڃا ڪجهه سالم حالت ۾ آهي، پر ان جي چوٽي جو ڪجهه حصو ڀڳل آهي. آسپاس رهندڙ ماڻهن جو چوڻ آهي ته ڪنهن وقت سخت برسات اچي پئي. ڪي مسلمان، جن عهد جو ڏينهن هئي ملهايو، سي پڇي اچي پناهه ورتي. انهن جي اندر اچڻ تي چوٽي اچي هيٺ ڪري ۽ اهي ويچارا سڀ پناهه گير اتئي غرق ٿي ويا.

هن استوپ جي پرسان رهندڙ ڳوٺاڻن جو چوڻ آهي ته هڪ ڪلڪٽر الهيءَ استوپ مان مٽيءَ جو هڪ برتڻ لڌو، جنهن ۾ ٽامي جا ٻه ڪوارڙي پائزيب پيل هئا. ڪن ماڻهن اها به خبر ڏني ته هڪ انجنيئر ڀڳل ٻن ٽل عمارت جي ٽرو مان ڪي مورتيون لڌيون. مسٽر هيمري ڪزنس جو چوڻ آهي ته جنهن وقت مان اهو استوپ ڏسڻ ويس تنهن وقت هڪ انجنيئر وٽئي ڪوٺائي ڪئي، جنهنکي ٻه پيتل جون ڪي مورتيون

لڌيون، هڪ مورتي ٻڌ ڀڳوان جي جنم جي هئي. گوتم ٻڌ ان وقت ڄائو هو ۽ ماءُ جي ڪڇ ۾ سمهيو پيو هو. انهن جي مٿان ٻوڙ درخت هو. هڪ اهڙي ئي مورتي لڌي ويئي آهي، جنهن ۾ گوتم ٻڌ پنهنجي استريءَ کي رات جو ستل ڇڏي، پنهنجن محلن کي الوداع ڪري ٿو وڃي. اهي مورتيون لڌيون آهن ۽ ڇهن ستن چورس انچن کان وڏيون نه لڳنديون. اهي مورتيون شايد مٽيءَ جي استوپ کي پلستر طور لڳل هونديون. باقي اهي پوڄا جي ڪم جون نظر نٿيون آيون. بس مٿين شين کان سواءِ ٻيون ڪي به اتهاسڪ شيون هٿ نه آيون. اهي سڀيئي آهن. هان، مغرب جا گهڻا عالم انهيءَ راءِ جا آهن ته اهو استوپ ۾ راجا اشوڪ جي زماني يا عيسوي سن کان اڳ جو ٺهيل آهي.

# باب ڏهون

## سنڌ سڏيرن جو دڙو

سنڌ جي لوالوي سمڪڙو ماڻهن کي هن پراچين کنڊهر جي فقط ٿالي جي به خبر نه هوندي. هيءَ کنڊهر، سنڌ ۾ مکيه ٻڌ ڌرمي يادگارن مان هڪ مکيه يادگار آهي، جو ٽنڊي محمد خان ۽ ملان ڪاليارن جي وچ ۾ آهي. جنهن وقت هن کنڊهر جي خبر پراچين وستو وکيالن کي پئي ۽ ڊاڪٽر پانڊارڪر ان کي کوٽائڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن وقت اول ته هن کي کوٽائي لاءِ ڪو مزور ئي نه ملي سگهيو. هتي جي آسپاس جي ماڻهن ۾ اها ڳالهه ڦهليل هئي ته انهيءَ هنڌ وڏو خزانو آهي جنهن تي هڪ واسينگ ناگ پهرو ويٺو ڏئي. انهيءَ ڊپ کان ڪو به ماڻهو انهيءَ کنڊهر جي ماڳهن ويجهو به نٿي ويو. ليڪن ڊاڪٽر پانڊارڪر، ڪن مزورن کي ريهي ريهي ڪري تي چڙهڻ لاءِ تيار ڪيو. کوٽائي هلندي، هن کنڊهر مان ڪيترائي پراچين شيون هٿ آيون. ودوان جو زبردست رايو آهي ته مهرپور خاص جي ڪاهوءَ واري دڙي وانگر هن هنڌ به راجا اشوڪ، ٻڌ ڀڳوان جون ڪي هاڏيون پورايون هيون.

ڪن ڏنل ڪٿائن ۾ پڙهيو ويو آهي ته ٽنڊي محمد خان وارو
اهو سڌ سڌيرن جو دڙو، حيدرآباد جي نيرون راجا جي پاران
تيار ڪرايو هو. اهو نيرون راجا اهو آهي جنهن تان حيدرآباد
شهر کي نيرون ڪوٽ سڏڻ ۾ آيو.

راجا نيرون کي ڪنهن ماڻهوءَ اها ڪوڙي خبر ڏني ته
تنهنجو پاٽڻو تنهنجي راڻيءَ سان ٺهيو ويٺو آهي. خبر
ٻڌندي راجا نيرون باهه ٿي ويو. هن پنهنجي پاٽڻي کي قتل
ڪرڻ جو اڃا خيال ٿي مس ڪيو ته سندس پاٽڻو ٻه ٽپ وچان
قلعي مان غائب ٿي ويو ۽ اهيءَ سڌ سڌيرن جي دڙي وٽ اچي
راجا جي ٻه ٽپ ڪان پاڻکي زمين جي هڪ [illegible]الي ۾ لڪائي
ڇڏيائين. چون ٿا ته اهيءَ [illegible]الي مٿان ٿل ٺهرايو ويو. ائين به
ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته راجا نيرون جي راڻي جڏهن مئي، تڏهن
انکي پنهنجي مڙس جي پاٽڻي جي سماڌيءَ پرسان دفن ڪيو
ويو. پر هيءَ سڀ ڳالهيون ڏنل ڪٿائون آهن. انهن ۾ اتهاسڪ
سچائي گهٽ نظر ڪا ٿي اچي. هان هڙي نموني جون ڳالهيون
هر ڪنهن ملڪ ۾ ٻڌڻ ۾ اينديون آهن. جيروسلم ۾ به هڪ
اتهاسڪ ٿنڀو آهي، جنهن لاءِ اڳئين پادشاهه ۽ سندس بيگم
نسبت اها ڳالهه هلندڙ آهي. نيرون ڪوٽ جي راڻيءَ نسبت
هيءَ ڳالهه اهيءَ ڪري سچي سمجهڻ ۾ آئي آهي جو سندس مڙس
پاٽڻي جي سماڌيءَ پرسان سندس لاءِ جيڪا سماڌي ٺهرائي
تنهن لئي سندن پريمي پڄاڻن وڏو ٿل ٺهرايو جو ڪچين
سرن ۽ گاري مان ٺهيل آهي.

سڌ سڌيرن جي دڙي جي کوٽائي ڪندڙن، بمبئيءَ جي
رايل ايشيائڪ سوسائٽيءَ ڏانهن پروفيسر لڊل ڪن مورلن نسبت

هڪ نوٽ لکي موڪليو ويو، جنهن ۾ لکيل آهي ته:- ”جيڪي مورتيون موڪليون وڃن ٿيون، انهن ۾ هڪ ٻڌ ڀڳوان جي مورتي آهي جنهن جو ٻلڪي ماري ويٺو آهي. سندس مٿي جي وارن ۾ ايلفنٽا غارن ۾ ٺهرايل ٻڌ جي مورتن وانگر گهنڊيون ٺهيل آهن. ڪمل جو گل ٻ. سانڍس آهي.“

انهن مورتن لاءِ لکندي مسٽر فريئر چوي ٿو ته:- ”اهڙيون مورتيون اسانکي سنڌپور وٽان گهڻيون ئي مليون، جو ڳوٺ ملن ڪالمارن ۽ ٺٽي محمد خان جي وچ ۾ آهي. انهيءَ هنڌ، ۾ سنڌين جو ڏڙو آهي، جتي هڪ وڏو ٽاور آهي، جو ڪچين سرن جو آهي پر انکي پڪين سرن جو ٻه تهه ڏنل آهي. انهيءَ ٽاور لسبت پر ۾ رهندڙ ڪن ماڻهن جو اهو الومان آهي ته ڪنهن زماني ۾ اهو ٽاور، سمنڊ ۾ هلندڙ جهازن کي لائيٽ هائوس جهڙو ڪم ڏيندو هوندو؛ چاڪاڻ ته اٽڪل چار سو سال اڳ، سمنڊ، گوليءَ سان لڳل هو ۽ جهاز ٻه سنڌپور تائين ايندا هئا. مسلمانن جو چوڻ آهي ته اهو ٽاور پيغمبر محمد صاحب جي ڏينهن ۾ حضرت يوسف الزڪائيل ٺهرايو هو.“

راورٽي صاحب پنهنجي ”مهراڻ آف سنڌ“ نالي انگريزي ڪتاب جي ٢٢٨ صفحي ۾ لکي ٿو ته:- ”اڳي جنهن هنڌ تي قلعلي، گوليءَ سان اچي گڏبي هئي (!) انهيءَ هنڌ تي ڪمتري مفاصلي ۾، ويندي حيدرآباد جي گنجي ٽڪر جي ڏکڻ واري چيڙي تائين هڪ قتل شهر ۽ انجي قتل عاليشان جڳهين جون سرون ۽ ٽڪراٽا نظر پيا اچن؛ جنکي ڏسندي انهن پيو معلوم ٿئي ته ڪنهن وقت هن هنڌ ڪو وڏو شهر آباد هوندو.

سنڌ جي هن پراچين کنڊهر جي کوٽائي ڪرڻ کان اڳ ۾ مٿي ذڪر ڪيل ٽاور اٽڪل ويهه فوٽ اوچو هو جنهن مٿي ٺهيل هئي. انهيءَ ٽاور جي مٿان، هر بصورت چٽيل ۽ گهڙيل پڪيون

سرون به لڳل هئون، يعني ڪجهه سرن جي تل کي هڪ
سرن جو ٿهه آيل هو، پر پڪن سرن جو هاڻي نشان به نٿو ملي.
ممڪن آهي ته اهي استوپ يا تل جون پڪيون سرون ڪن
ٺيڪيدارن، پرسان وهندڙ واهه جي مرمت ۾ ڪتب آنديون هجن.
ودوانن جو رايو آهي ته هن وقت جيڪا ٽاور جي ڊگهه آهي،
ڪنهن وقت انکان ٻيڻي ڊگهه هوندي.

اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته سڌ سڏيون جي دڙي جو اهو
فقط اڪيلو ٽل ڪونه هو، پر انجي آسپاس اٽڪل هڪ ميل ۾
ڦٽل جڳهين جون پڪل سرون ۽ ٺڪر ٺوپر پکڙيا پيا آهن، جي
شايد ٻڌ ڌرمي ڀڪشن جون ڪنهن وقت مڙهيون هجن. مسٽر
راورٽيءَ جو چوڻ آهي ته اهي ٻڌ ڀڪشي مڙهيون ضرور ڪنهن
وڏي شهر جي ٻاهران هونديون. انهن ٺڪرن ۽ سرون جي
پرسان هڪ ٽل آهي جو شايد راجا لورون جي راڻيءَ جي
سماڌي آهي. انهيءَ هنڌ تي لورون ڪوٽ (محمدآباد) جي
راڻيءَ کي جلايو ويو هوندو. انهيءَ الومان ڪڍڻ لاءِ اها ثابتي
ملي آهي جو انهيءَ سماڌ جي کوٽڻ سان اهان رکيا جا هڪ
ٻه مٽان ٻيل ڪمترا ٿهه ڏٺا ويا.

براهمڻ مندر جي جڳهه ڪوٽمدي منصور خاص جي مندر
وانگر لڳي ڪي ديرون يا ڪيٿ نظر آيا ۽ لڳي انهن مان
ڪي مورتون ٽي لڌيون ويئون! اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ جهڙي
آهي ته هن دڙي جو پڙلڳ اهڙو ساڳيو آهي جهڙو
ممر رکڻ ۽ ڪاهوءَ جي دڙي جو. ودوانن جو رايو آهي ته
انهن ٽنهي براهمڻ شهرن جا ٽل ساڳين شمن مان ٺاهيا ويا هوندا.

سڌ سڏيون جي دڙي جو ٽل، ٻين اتهاسڪ ٽلن وانگر
گول آهي، جنهنڪي اڙ ۾ هڪ پٽ آهي. ڊاڪٽر ڀانڊارڪر کي
وشواس هو ته انهيءَ پٽ ۾ گوتم ٻڌ جون هاڏيون پوريون ويئون

هونديون. هن اُهن هاٿين هٿ ڪرڻ جي گهڻي ڪوشش
ڪئي پر اهي ڪين لڀي سگهيون.

ٽل جي ڀرسان وچ هڪ کوه کوٽيل نظر اچي ٿو. ان بابت
مسٽر ڀوٽن پنهنجي "سنڌ ريوزيٽيڊ" نالي انگريزي ڪتاب ۾
لکي ٿو ته اهيءَ کوه ۽ ٻين کڏن بابت مونکي ٻڌڻ ۾ آيو ته
اهي مير غلام علي ٽالپر نالي حيدرآباد جي ڪنهن حاڪم کوٽايون
هيون. هنکي ڪن ماڻهن ٻڌايو اهيءَ ٽل يعني استوپ ۾ اٿاه ملڪيت
پوري پيئي آهي؛ اهيءَ ڪري هن زمين کوٽائڻ شروع ڪئي.

سنڌ سڏين جي دڙي ۾ سڀ کان وڌيڪ اهم جي
شيءِ زمين جي اندرئين لهه ۾ هڪ ڊاگوبا آهي جو هڪ سماڌي
يا ننڍي مقبري جي صورت ۾ آهي. هن جي اوچائي ڇهه فوٽ لڳ
ڀڳ آهي ۽ سڄو ڪچين سرن مان ٺهيل آهي. هن جي مٿان مٽيءَ
جو پلستر لڳل آهي، جنهن کي رنگ ڏنل ويو آهي. اهيءَ
ڊاگوبا کي کوٽڻ سان اندران ڪاٺ جو ڇوڙو هٿ آيو؛ جنهن
مان اهو اندازو ڪيو ٿو وڃي ته اهن هنڌن ۾ ڪو ڪاٺ
جو سامان پوريو ويو هوندو.

اهيءَ ڊاگوبا بابت ڊاڪٽر ڀانڊارڪر جو چوڻ آهي ته
اهي حفاظت لاءِ ڪاٺ جي ڇت ۽ ڇپر رکي ويئي هوندي.

مسٽر هيمري ڪزنس لکي ٿو ته مونکي شڪ آهي ته
گوتم ٻڌ جون هاٿيون اهيءَ ڊاگوبا جي تري ۾ رکيون ويئون
هونديون، جي پوءِ ڊاڪٽر ڀانڊارڪر کي هٿ آيون. اهن هاٿين
ٿاءِ ڀڃڻ لاءِ اهيءَ ڊاگوبا جي پاسان ئي گهڻي ڏاڪڻ هئي.
اهڙي نموني جو ڊاگوبا بهاولپور رياست يعني پراچين اپر سنڌ
سُئِ واهار استوپ مان ٻه لڌو ويو آهي، جنهن مان چڪرورتي
راجا ڪنشڪ جي زماني جي پتل جي هڪ اڪريل پليٽ هٿ
آئي آهي. اهيءَ ڊاگوبا مان هاٿين جي رکڻ سان ڪي سڪا،

لوهه جا ٽڪر، ۽ ڪي مٽيءَ جا ٿانوَ، هٿ آيا آهن. اُهيءَ ڊاگوبا جو فرش، زمين کان ٽيهه فوٽ مٿي هو.

جهولا ڳڙهه جي ٻڌايل اسٽوپ ۾ گوتم ٻڌ جون هڏيون اُهيءَ ساڳيءَ حالت ۾ لڌيون ويئون، جنهن حالت ۾ سڌ سڌيون جي دڙي يا ڊاگوبا مان لڌيون ويئون.

ڊاڪٽر ڀانڊارڪر جو رايو آهي ته سنڌ سڌيون جو اوائلي اسٽوپ راجا ڪنشڪ جي زماني کان جهونو نه هوندو ۽ اُهيءَ ڪري هن لکيو آهي ته "اهو دڙو ٻڌ ڌرمين عيسوي سن ۾ ٺهيو هوندو."

جيڪڏهن ڊاڪٽر ڀانڊارڪر جي رائي کي وزن ڏجي ته پوءِ مير پور خاص جي ڪاهوءَ واري دڙي ۽ مير رڪڻ واري اسٽوپ کي به هيٺ ڇڪي پوئين صديءَ ڏي آڻڻو پوندو. پر مان اڳيئي ڏاريٰن قومن جي سنڌ ڏي ڪاهه واري بيان ۾ مضبوط دليلن سان ثابت ڪري آيو آهيان ته راجا ڪنشڪ عيسوي سن کان اڳ ٻي صدي کان اڳ سنڌ تي راج ڪيو.

جيڪڏهن اها ڳالهه قبول ڪئي وڃي ته سنڌ سڌيون جو دڙو ته راجا اشوڪ، يا راجا ڪنشڪ تيار ڪرايو ته پوءِ اُن جو ٿو پوندو ته هن راجا سنڌ ۾ ٻڌ ڌرمي مت ۽ اسٽوپ ٺهرايا، جي سداءِ لاءِ سنڌ جي اِتهاس ۾ سنڌ ۾ مٿيان ڪندا رهندا. اُهن اسٽوپن مان هڪ اسٽوپ مجمل التواريخ ۾ بيان ڪيل "سدوسي" اسٽوپ آهي جنهنکي ڏيپر گهانگري جي نالي سان سڏيو ويو. اُهيءَ سدوسي عرف ڏيپر گهانگهري جي شهر عيسوي سن کان ولي ٻڌ ڌرمي ماڻهن جي وڏي عاليشان بستي هئي. سنڌ سڌيون جي دڙي وارو اسٽوپ اُهيءَ موقعي جو ٺهرايل آهي جنهن وقت راجا ڪنشڪ پنهنجي راج جي حدن ڏسڻ لاءِ سمنڊ جي ڪناري تائين آيو هئو. هن خان خانان

مرزا عبدالرحيم والکو پنهنجي سمر جي يادگار لاءِ تعبدي محمد خان تعلقي جو ذکر ڪمل سنڌ سڌڙن جو استوپ ٺهرايو. ممڪن آهي ته هن عربي سمعد لاءِ سمر ڪندي پنجاب، بهاولپور ۽ هاڪوڪي سنڌ اندر ٻيا به ٻڌ ڌرمي استوپ ٺهرايا هجن. راجترنگڻيءَ ۾ لکيل آهي ته راجا ڪنشڪ، هوشڪ ۽ جشڪ ڪمترائي استوپ ٺهرايا. راجا ڪنشڪ سنڌ ۾ جيڪي استوپ ٺهرايا آهن، انهن سڀني کان ڀڄاور وارو استوپ وڏو آهي.

مشهور چيني ياتري هوئن سنگ جنهن وقت سنڌ ۾ آيو تنهن وقت سندس لکڻ موجب سنڌ اندر ٻڌ ڌرم جو هڏايان فرقو زور هو، مگر ٻڌ ڌرم جي جنهن فرقي گوتم ٻڌ جون مورتون ٺهرائي انهن تي استوپ يا ٺل کڙا ڪيا، ان فرقي کي مهايان نالي سان سڏيو ويو وڃي ٿو ۽ اها ڳالهه ظاهر آهي ته سنڌ جا ماڻهو مهايان مان هنايان فرقي ۾ ڪن صدين کان پوءِ ئي ويا هوندا؛ يعني سنڌ اندر ٻڌ ڌرم جي ٻن مکيه جدا جدا عقيدن جي پرچار ۾ ڪي صديون گذري ويون هونديون.

مهاراجا ڪنشڪ مهايان خيالن جو هو. هنڌانهن سنڌ سڌڙن جي دڙي مان گوتم ٻڌ جي ڏيان ۾ مکهن ۽ پلٿي ماري ويٺل هڪ مورتي هٿ آئي. ان ڪالسواءِ گوتم ٻڌ جي مورتيءَ جو هڪ سر هٿ آيو، جنهن ۾ مٿي تي گهنڊيدار وار هئا. ڪن ماڻهن جو رايو آهي ته پوئين مورتي ڪبير ديوتا جي هئي. اهي ٻئي مورتون پنهنجي مورزم ڏانهن موڪليون ويون. مٿين مورتن جي ملڻ ڪالپوءِ سرلائيءَ سان اهو اندازو ڪندي سگهجو ته سنڌ سڌڙن جي دڙي جو استوپ راجا ڪنشڪ ٺهرايو هوندو.

# باب ٻارهون

## سيوهڻ

حقيقت ۾ سيوهڻ جو شهر سنڌ جي موجوده آباد شهرن ۾ سڀني کان وڏيڪ جهونو آهي. البت اهي پراچين شهر يا کنڊ هڙ خيال مان ڪڍي ڇڏيو، جيڪي ڇهن ستن هزارن سالن جا جهونا آهن. سيوهڻ انهن بلڪل پراچين شهرن ۾ ٻيو درجو والاري ٿو. هن شهر کي پراڻن ڪتابن ۾ جدا جدا نالن سان لکيو ويو آهي. ڪٿي هيڪي سيوستان، ڪٿي شروسان، ڪٿي سدوسان، ڪٿي سادوستان، ۽ ڪٿي سدوستان سڏيو ويو آهي. مسٽر ڪننگهام ٻين ودوانن سان شامل راءِ ڏيندي لکيو آهي ته سيوهڻ اهو شهر آهي جنهنکي گريڪ اتهاسڪارن سندومنا نالي سان لکيو آهي. هن يورپين مهاشه انهن ۾ لکيو آهي ته "هي شهر بلڪل پراچين آهي ۽ ڪنهن وقت هتي قلعه به ٺهيل هوندو جتي هاڻي انهيءَ قلعي جا کنڊهڙ لنڊي ٽڪريءَ جي صورت ۾ بيٺا آهن. پراڻي قلعي جي هنڌ تي ڪٽيون جڳهيون ٺهيون پيئون آهن، جي ڪن ايامن جون جهونيون هونديون."[1] العد رسي نالي پارسي تاريخ ۾ سيوهڻ جو اجهو هيئن دلچسپ بيان ڏنو ويو آهي. "شروسن (سيوهڻ) ٻهنجن چهن ۽ واهن کان

---

1. Ancient Geography of India P. 264

گهڻو مشهور آهي. هن ۾ ٻي حد آبادي ۽ جام ڏنڊو هلي
ٿو. سيوهڻ جو اهو شهر آهي جنهن ۾ ٻڌل راجا دلوراءِ
هئي پناهه اچي ورتي هئي. چون ٿا ته راجا دلوراءِ پنهنجي
نندي پاڻ جي زال ۾ بري نظر رکي، انهيءَ ڪري هن ماڻهن
پاڻ جي سر ڪٽڻ جا منصوبا سٽڻ شروع ڪيا، جنهن ڪان پوءِ جي
سنڌس پاڻ سيوهڻ ۾ هلو آيو. انهيءَ پاڻ جي سماڌي اڃا تائين
سيوهڻ ۾ هڪ قبر جي صورت ۾ آهي، جنهن تي ماڻهو هر ڪنهن
جمع ٿي اچي ڪڏ نمندا آهن.

هڪ اسلامي ليکڪ جي لکيل تاريخ ٽاهريءَ ۾ سيوهڻ
شهر جي وسڻ لسبت ورتي اها عجب ڳالهه لکي ويئي آهي
ته جنهن وقت راجا دلوراءِ جي ظلم سبب الور وارو درياهه
سڪي ويو، تنهن وقت سنڌ درياهه سيوهڻ جي ويجهو وهڻ
لڳو ۽ ان ڪانهوءَ ٿي سيوهڻ وسڻ شروع ڪيو. پر اهو هڪ
جاهلاڻو ڳوڙو آهي، ڇو ته سيوهڻ جو شهر عربن جي ڪاهه ڪان
گهڻو گهڻو اڳ جو وسيل آهي.

سيوهڻ جي شهر کي پوئين زماني ۾ چڱي انهاسڪ اهميت
مليل آهي. محمد بن قاسم ۷۱۱ ۾ جنهن وقت هن شهر تي ڪاهه
ڪئي تنهن وقت فوج جي تيار هوندي به شهر ۾ رهندڙ ٻڌ ڌرمي
رعيت، جنگ ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو ۽ ان واسطي محمد بن قاسم
کي هڪ خط لکي موڪليو ته اسين ٻڌ اوپڌيءَ جي خلاف آهيون،
انهيءَ ڪري لو سان جنگ نه ڪئي ويندي. اسان شهر جا
دروازا کليل رکيا آهن، تون واسطي جو شهر ۾ داخل ٿي سگهون
ٿو. انهيءَ ڪانهوءَ ٻارهين صديءَ جي شروعات ۾ محمد غزنويءَ
هن شهر کي هٿ ڪيو. بعد ۾ وري همايون جنهن وقت امرڪوٽ

1. Elliot's History of India

۾ آيو تنهن وقت هن سيوهڻ تي ڪاهه ڪري انکي هٿ
جي ڪوشش ڪئي، پر اوچتو پيدا ٿيل سببن ڪري هنکي
سنڌ ڇڏي ڪابل ڏانهن ڀڄڻو پيو. هن ڪلهوڙا سنڌس ٻـ
ٻرابو سنڌ مهڻ جي لئي جدوجهد ڪلهوڙا هن شهر کي ٻيهر
قبضي ۾ ڪيو.

شهر جي ڀرسان اتر ۾ پراڻي قلعه جو ڪنڊهر پيل آهي. مسلمان
انهيءَ قلعه کي ڪافر قلع سڏيندا آهن، ڇاڪاڻ ته اهو قلعه
مسلماني زماني کان اڳ جو ٺهيل آهي. ماڻهن جي دلين ۾ اهو
خيال ويٺل آهي ته اهو قلع سڪندر بادشاهه ٺهرايو. مسٽر برٽن
لکي ٿو ته، جنهن وقت ڪنهن ماڻهوءَ کان انهيءَ قلع نسبت
پڇا ڪئي، تنهن وقت هو ٻيا ثابتيءَ جي وٺي اهو گهوڙو وٺندو
ته انهيءَ هنڌ تي سڪندر بادشاهه منزل هنئي هئي. پر قلعه جي
پٽ يا ٻي اهڙي ڪا ثابتي ڪان تي ملي جنهن مان انهيءَ راءِ
کي پختي ملي سگهي.

انهيءَ ڪانسواءِ هن قلعه مان گريڪ جاتيءَ سان تعلق رکندڙ
ڪا به اهڙي شيءِ هٿ نه اچي سگهي آهي. البت ڪي گريڪ
سڪا هٿ لڳا آهن ۽ هڪ فولادي يا گلداني گريڪ نموني
جي هٿ آيل آهي، جنهن نسبت پوءِ معلوم ٿيو ته اها فولادي
ڪنهن ماڻهوءَ انهيءَ ڪري هٿ سان ٺهوري هئي ته جيئن
ڪو ثاني ڪندڙ ماڻهن کي اها ليپي ۽ سيوهڻ جي شهر کي سڪندر
بادشاهه جو شرف حاصل ٿئي!!!

قلع جي ٻاهرين پٽ اهڙي حالت کي وڃي پهتي آهي جو
هاڻي هڪجو ناٿو نيشان ٻـ نظر ٿيو اچي. باقي قلع اندر جهڪي
پڪل جڳهون يا انهن جا ڪنڊهر نظر اچن ٿا، انهن جي پيڙهن
۾ هندن جي زماني جون وڏيون ۽ ٿلهيون سرون ٻيون آهن
جي عيسوي سن جي شروعات جون نظر ٿيون اچن.

هن شهر جي ٻراچينتا نسبت ڀاءُ مسٽر ڀيرومل مهرچند
پنهنجي لکيل "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ۾ هڪ عجيب
ڳالهه لکي آهي. چي سيوهڻ شهر راجا اشمر جي پٽ شبيءَ
وسايو، جنهن ڪري هنکي شيوستان يا شو ستان ڪري سڏيندا
آهن. راجا اشمر رامايڻ جي زماني ٻعدي گهٽ ۾ گهٽ ستن
اٺن هزارن سالن جو جهونو آهي. مسٽر ڀيرومل ٻيا خيال ڪئي
شايد وڳو الومان جو ٽپ هيو آهي ته ڪيس ياد رکڻ گهرجي ته
راجا اشمر جي ڪهڪشان ٽالي پٽ ڪيڪئي ديس وسايو جو پشاور
جي ويجهو هو ۽ ٻئي شبيءَ ٽالي پٽ هاٿوڪو سبيءَ جو شهر
وسايو. راجا اشمر اتر هندستان جو راجا هو ۽ انهيءَ ڪري
سياويڪ هنجي پٽن اتر هندستان جو ڪو غيرآباد علائقو ئي وسايو
هوندو لکي هڪ راجڪمار اڪير هليو ويو ۽ پيو مڪير.

الهاسڪ ڪوجنا مان معلوم ٿيو ٿئي ته سيوهڻ جو شهر
مهاڀارت جي زماني کان اڳ جو ٺهيل آهي. هيءُ جو چيو ٿو
وڃي ته راجا جئدرٿ سيوهڻ جو راجا هو، سو اڄايو آهي. هو براٻر
سنڌ ۽ سوويرا ديس جو راجا هو پر سندس گادي سيوهڻ ۾
ٿي، تنهنجو ڪنهن هنڌ به ذڪر ٿيو اچي ۽ مهاڀارت ان
بابت خاموش آهي.

هاڻي ڏسڻ گهرجي ته سيوهڻ جو شهر ڪڏهن ٺهيو ۽
ڪهن ٺهرايو. منهنجي الومان موجب جنهن وقت سڪندر ڪان
ڪاهير هوءِ هندستان تي اتر اولهه کان ڪاهون ٿيڻ شروع ٿيون،
تنهن وقت اتر هندستان جون، جنهن ۾ پراچين سنڌ جي اتر وارو
پاڱو اچي ٿو وڃي، ڪيترين ڪيترين جاتيون هجرت ڪري
ڏکڻ هندستان ڏانهن روانيون ٿيون. مثلا ملتان جي دلير ماليون،
مالوه شهر، پنجاب جي پاڙن جيسلمير وغيره ۽ سبيءَ جي شوي
جاتيون سيوهڻ اچي وسايو.

هندستان جي پراچين اتهاس ۾ اها هڪ واجبي ڳالهه آهي
جو هڪ سڄي جاتي پنهنجو ملڪ ڇڏي ماڳهين ٻيو ملڪ وڃي
وسائي. انهيءَ لاءِ پڪيون اتهاسڪ ثابتيون موجود آهن. انهيءَ
حساب موجب سيوهڻ جو شهر اٽڪل ٻن اڍائي هزارن سالن جو
جهونو آهي.

هن شهر کان سواءِ سنڌ ۾ ٻيا گهڻا ئي اتهاسڪ شهر ٻيا
کنڊهر ٿيا آهن، پر اهي عيسوي سن جي شروعات کان گهڻو پوءِ
جا آهن انهيءَ ڪري مان انهن جو ذڪر هن ڀاڱي ۾ ڪرڻ
واجب نٿو سمجهان.

Printed by Lilaram Tahilram Punwani,
at National (Elec.) Printing Works, Hyderabad Sind,
and published by Dwarka Prasad Rochiram Sharma,
Hyderabad Sind.

